اي چنڊ
پٿائيءَ
کي
چئجان!

—— انورپيرزادو

# Ae Chanda Bhittai

# khey chaejan..

**(Poetry)**

**— Anwer Pirzado**


| | |
|---|---|
| ڪاپي رائيٽ: | شاعر (انور پيرزادو) |
| ڇپائيءَ جو سال: | 2005ع |
| ڇپائيندڙ: | باک ٽرسٽ |
| ڪمپوزر: | مسافر ابڙو |
| ٽائيٽل: | منور ابڙو |
| قيمت: | 200/ رپيا |

Imam Bux Alam khatoon (Bakh) Trust Balhreiji

P.o. Mohen-jo-Daro

District Larkano

# سٽاءُ....

# اداري طرفان......

جديد سنڌي ادب جي اها بہ هڪ بدقسمتي آهي جو ڪيترو نئون سرجندڙ ادب اشاعت کان محروم رهجي ويجي ٿو. سنڌ ۾ اهڙا ادارا گهٽائيءَ ۾ موجود نہ آهن، جيڪي اهڙي ڪم کي يقيني بڻائين. نتيجي ۾ اهو نکور ادب اخبارن ۽ رسالن ۾ دفن ٿي ويجي ٿو ۽ تحقيقي ۽ تاريخي ريفرنس لاءِ موجود نہ ٿو رهي.

اهڙي بدقسمتيءَ جو شڪار انور پيرزادو بہ رهيو آهي، جنهن جي ادبي، تحقيقي ۽ صحافتي حيثيت مجيل تہ آهي پر ان جو ڪوبہ ڪتاب هن وقت تائين ڇپجي نہ سگهيو آهي ۽ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ ان جو نقصان انور پيرزادي کي شخصي طور تي گهٽ ۽ سنڌي ادب کي مجموعي طور تي وڌيڪ ٿيو آهي 1970ع ۽ 1980ع وارن ڏهاڪن ۾ سرجندڙ هيءَ شاعري، جيڪا اسان هن وقت ڪتاب جي شڪل ۾ پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪڏهن بر وقت ڇپجي اچي ها تہ سنڌي شاعريءَ جو ارتقائي اڀياس گهٽو اڳ ڪرڻ ۾ مدد ملي ها.

اسان يقين سان چئي سگهون ٿا تہ هي ڪتاب سنڌي شاعريءَ جي تاريخي اڀياس لاءِ گهر ٿيل ڪڙيءَ وانگر آهي. 70ع ۽ 80ع وارا ڏهاڪا سنڌي معاشري ۽ ادب لاءِ هڪ اهم دور رهيا آهن. سنڌي سماج جي سامهون اها چئلينج سياسي ۽ معاشرتي طور تي اڀري آئي هئي جتي تاريخي طور تي سهپ ۽ دانش وارين روايتن کي اڻسهپ ۽ انتهاپسندي وارين روايتن ۾ تبديلي ڪرڻ جي شعوري ڪوشش رياستي ذريعن سان ڪئي وئي.

اهو آدرشن جي پڄ ٽوٽ جو زمانو پڻ رهيو ۽ ساڳهہ پڙهيل طبقي کي جنهن ۾ اديب، شاعر ۽ صحافي بہ اچي وڃن ٿا، معاشري ۾ اڪيلو ڪيو ويو.

هن شاعريءَ ۾ اهڙي دانش مند شاعر جو سچو ۽ کرو اظهار شامل آهي. هيءَ شاعري رڳو سياسي ڪمينٽ نہ آهي پر هن ۾ شاعريءَ جي گهاڙيٽي، نئين محاري (Meta-phor) ۽ جديد اظهار جا تجربا پڻ موجود آهن، جيڪي تقليدي نہ پر تخليقي آهن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ قابل قدر اضافو آهن.

1971ع وارو سياسي بحران، جنهن دوران اوڀر بنگال ۾ وڏو قتلام ٿيو ۽ ملڪ ٽٽي ويو، بلوچستان ۾ آپريشن ۽ ڀارهن سالن واري ڏکهي ضيائي مارشل لا هن شاعريءَ جا تي وڏا موضوع آهن جڏهن تہ عشق دائمي درد آهي، جنهن جو اظهار هن شاعريءَ ۾ ملي

ٿو. عشق جي نانءِ ڪيل هن شاعري جو اتهاس ڀٽائي کان ورثل آهي، جنهن جو محور عشق، انقلاب ۽ سنڌ آهي.

ان اميد سان ته هن شاعريءَ جو اڀياس ادب شناس ماڻهو ۽ نقاد ڪندا، هن ڪتاب جي شڪل ۾ هڪ تحفو سنڌي ادب کي ڏيئي رهيا آهيون.

باک ٽرسٽ ٻلهڙيجي پنهنجي تر ۾ علمي ۽ ادبي سرگرمين کي هٿي وٺائڻ ۽ تخليقي ماڻهن جي همت افزائيءَ لاءِ اڳتي به پاڻ پتوڙيندي رهندي ۽ هن قدم جي موٽ جي صورت ۾ اڳتي لاءِ به پنهنجو ڪردار نڀائيندي رهندي.

Imam-Bux-Alam Khatoon (Bakh) Trust, Balhreji(Near Mohen Jo Daro)

------

# رتوچاڻ سونهن جو شهيد گلُ

حُسن،
موهـَ جي ماڻن
۽ سيئين وصفين- سهڻن
نازن سميت،
هڪ نئينءَ ساماڻل
غريب ڇوريءَ تي
وحيءَ وانگي
نازل ٿي رهيو آهي-
سونهن:
ماڪيءَ جي لارَجيان
گلابي ڳٽن،
چميءَ لاءِ تڙڦندڙ
چپن،
۽ اکين
(جن جي گهورَ ڪائنات کي
گرمٽ وانگر آرپار ٽنگ ڪري
سگهي ٿي)
۽ نئين ساماڻل جسم جي،
هر ڍڪيل، /اڻ ڍڪيل،
حصي تي
ڳڙي رهي آهي
حُسن جي پالوٽ،
مسلسل، تجلا ڏيندڙ

۽ اڻ ڪٽندڙ آهي،
جنهن کي ڏسي
ڇُهي ۽ انجواءِ ڪري
انسان جي فاني هجڻ تي
سيسرائين وانگي
شڪ اپريو پون ٿا
وليم وردس ورٿ جي
ليوسي گري، جهڙي
ڳوٺاڻي سونهن،
زندگي جي تيز وهندڙ چشمن تان
ڏکيون ۽ چست ٽپلانگون ڀري
ڪنهن اڻانگي چوواٽي تي،
اچي پهتيون آهن،
.............
حسن تي ناز،
ڏک ۽ غم جو مزو اڻ چکيل،
درد جي تنها پيچري تي
رکيل پهرين قدم کي ٿاپا،
پيار جا گهنگهرو
پيرن ۾ وچڙيل
۽ وکري ويل
غربت
لولهٽ، ڪنجهڪا،
آهون ۽ دانهون،
سونهن جي آنڊن ۾
بک جا ولهوٽ

پوءِ به سونهن
پرهه جي وسندڙ ماڪ جيان
مانئي، اداس، سنجيده
چپندڙ ۽ چرڪائيندڙ
۽ جسم،
سيڪس، آرس ۽ ڪتڪايون
جوانيءَ جو سن باٽ،
جذباتي بحرانن جو ورڪشاپ-
بلوغت جي پڙڪندڙ
جذبن سان ٽمٽار
ننهن سوسڙو ماس
چلڪندڙ چاتيون،
ڪپڙن ۾ گهنج،
هر ادا
هڪ حسين خواب،
هر عمل ڄڻ ته پرفيڪٽ،
اخلاق، ايٽيڪيٽسِ، افعال
۽ طرز عمل
سڀ ڄڻ ته حسن جي محلات ۾
ڪنيزون آهن
حسين غربت،
يا غريب حسن،
ترجي سونهن پرئي گل وانگر
فطرت جي رحم ڪرم تي
پلجندڙ
نه دوا نه درمل،

نہ ضمانت،
عزت، زندگي، مال
سلامتي،
هزارين طرفن کان ايندڙ
ڇوها واڇوڙا،
۽ ڇيت ۾
گهلندڙ هوا جا
اتاولا جهوٽا،
بک ۾ پاهُہ تيل
جوانيءَ جي ٽمڪندڙ ڏيئي کي
اجهائي ٿا ڇڏين،
۽ فطري، مادي
پاڪيزه ۽ جذباتي حُسن،
پنهنجي آخري حسين نظرن ۾
پنهنجو لاش اگهاڙو
هڏائون پڃرو
بدصورت ۽ بڇڙو ڍانچو
"The ever-ugly human skeleton."
پنهنجين خوبصورت
اکين سان ڏسي
بربا د ٿي ٿو وڃي
جواني
ککريءَ جو ڀاڇو
ٻارجي هٿن ۾،(سچ آڏو
آئيني مان پئدا ٿيندڙ اولڙو)
ڪنهن حسين اک ڇنڀ،

۾ سرءُ جي جهوٽي جيان،
مختصر اڻ پوري ۾ اجايل
ڄڻ جُهڙالي ۾ ڪا نڪانگري،
حُسن فنا آهي
ماڻهوءَ وانگي
بقا رڳو ماڻهپو آهي
حسن قرضي آهي
ماڻهوءَ وانگي
بکيو ڏکيو آهي،
فٽ پاٽن تي ريڙهيون ٿو پائي
..............................
سونهن تہ ڄڻ هن چيٽ ۾ بہ ڪانهي
سيءَ ۾ ٺُوٺ ٿي ويل ٽارين
جي انگورن مان .
لڳي ٿو ڄڻ ڪنهن
”ڪاريءَ“ جي رت ۾ ٻڏل
گونج ڦٽو آهي،
رتو ڇاڻ سونهن جو شهيد گل،
جيڪو ڳِريو ڪري رهيو آهي
ان مادي هيج تي
جيڪا ڏوڪڙ تہ ڪمائي ٿي
پر گل کي ٽاريءَ مان
زور مان پٽي،
مٺ ۾ چيپائي،
مهٽي فرش تي اڇلائي،
ٽائر سول سان نابود.

ڪري ڇڏي ٿي
لڳي ٿو
منهنجي دنيا ۾
سونهن، سياءُ
آرٽ ۽ ڪلچر کي
ڪنهن نيوٽران بم سان
تباهه ڪري ڇڏيو آهي
ٽٽل اڏاوتون،
فرنيچر ۽ بي ساههُ
ريڊيو ائڪٽو اثرات،
يادن جي ڀڳ ٽوٽ،
وستي ۾ ڦهليل آهي
جا گند جي ڍيرن تي
سونهن جي لاش جي
ڳولا ڪري رهي آهي.
امن جي ڳيري جي چهنب مان
زيتون جي ٽاري کسي
دل تي چوي ڪو
ڊائنا مائيٽ رکي ڇڏجي-

--------

# آدرشن جي پڳ ٽوٽ

پروڻ ٽيل دل مان
اهي اٿپوزا ۽ ٽٽل آدرش
ٿينديون ڪري وِهي رهيا آهن
جيڪي تنهنجي جوڀن ڀرئي جسم
۽ موهه جي مَهڪ کي
ڏکڻ جي هير ۾
محسوس ڪري جوڙيا هئم-
...............
دل چوي ٿي
ته توتي جيڪي به لکيو اٿم
سو سهيڙي
توکي ڏئي ڇڏيان
ته تون ان کي ساڙي، رک ڪري
دائيءَ کي ڏئي ڇڏين
ته اها ان رک کي
ميندي‌ءَ جي انهيءَ تالهه ۾ ملائي ڇڏي
(ڏوتين زائفن کان لڪائي
۽ گهوٽ کان چوريءَ)
جنهن مان شاديءَ رات
تنهنجن هٿن ۽ پيرن کي

ميندي لاتي ويندي-

...........

اهو احساس
ڪيڏو ستائيندڙ
ڪيڏو وندرائيندڙ
جِهير ڏيندڙ
۽ اداس ڪندڙ آهي
تہ مان توکي
حاصل ڪري نٿو سگهان

..........

ٿُڪَ هجي،
اهڙن قدرن،
قانونن، رسمن،
۽ روايتن کي
جيڪي
توکي ۽ مونکي پاڻ ۾
ملڻ نٿا ڏين
باهہ ڏئي، ساڙجي
اهڙي نسل کي
جيڪو بي چين بستري تي،
جنم ٿو وٺي
جنهن کي ڇڙيندڙ
۽ نپائيندڙ

پاڻ ان احساس کان محروم آهن
تہ ڪڏهن ڪنهن
هنن سان بہ ڪو
پيار ڪيو آهي

.......................

تون مونسان
ملي نٿي سگهين
اِهو مونکي احساس آهي
لڳي ٿو
اسانجو ميلاپ
چڙ تہ اسان جا
بنيادي انساني حق آهن
جنهن ڪان اسان
ورهين ڪان محروم آهيون
پر ان محروميءَ جي پڄاڻي بہ ٿيڻي آهي
انهيءَ ئي آسري تي
جِي رهيا آهيون
نہ تہ
جت پنهنجي مرضيءَ سان
پيار نٿو ڪري سگهجي
جت پنهنجي پسند تي
حڪومت نٿي بدلائي سگهجي
جتي اڪثر ماڻهن کي

مري ويڃڻ تائين
آرام ۽ سڪون ڪونهي
جتي تنگ نظر
جنوني نظام رائج هجي
اتي جيئڻ ٿارچر آهي

......................

تون ۽ مان هڪبئي کي
چاهيندي به
هڪبئي لاءِ
تانگهه ٿيندي
محسوس ڪندي به
۽ هڪبئي ۾ جڪڙجي ويڃڻ جي
unattainable خواهش
جي باوجود به
هڪ ٿي نٿا سگهون
اهو به هڪڙو ٿارچر آهي

......................

نرڙ تي
هڪ هڪ گهنج
مٿي تي
هڪ هڪ اڇو وار
۽ جوانيءَ جي اپار جو
ڦلهڙو ٿي لڙڪي پوڻ

آتمائن ۽ آدرشن جي
قتل عام جو اعلان آهي
ٽارچر آهي
پر ٽارچر ڪرڻ جي سگهجي ٿو
تون مونکان سواءِ ٻه
زنده رهي سگهين ٿي
۽ مان توکانسواءِ ٻه
جي سگهان ٿو
اها ٻي ڳالهه آهي
ته ٽارچر وارو جياپو
۽ توکانسواءِ زندگي
ڪڏهن منهنجو
آدرش نه رهيو آهي!!

---------

# زندگي هڪ آپريشن ٿيئٽر

روح جي ناسور ۾
ٽپڪي ڪُرائڻ تا لڳن
پگھر جا ڪارا ڦڙا،
۽ اها ئي پڪ آهي
سور جو ناسور هئيءُ
هن جنم ۾ ڪين ڇُٽندو
چو تہ ان تي
پگھر ۽ ڳوڙهن جون
پٽيون تا رکن
ڪي ڊاڪٽر،
جن کي نفرت مان
ڀٽائيءَ هو سڏيو
اَندا اونڌا ويڄ-
روح جي ناسور ۾
ويتر آ رهجي ويئي
هڪڙي فورسيپ،
ڏاڍ ۽ پرماريت
جي فورسيپ
زندگيءَ جي آپريشن روم ۾-
زندگي:
هڪ آپريشن ٿيئٽر
يا تہ آهي ڪوس گھر،
ڊاڪٽر تاريخ جا نابين روح،
پيٽ خالي ماڻهپي کي

صبر جي انجيڪشن ڏئي
چپ تا ويٺا سِبن–
ماڻهپو وِيتر ٿي ويو آهي بيمار–
ڊاڪٽر، تاريخ جا نابين روح،
ماڻهپي کي
بک وگهي
بيمار ۽ لاچار کي
رت جون ٿيلهيون ڏئي،
ٻانهن ۾ انجيڪشن سان
ٽنگ ڪري،
ماس کي ٿاهي پروڻ،
آئيسو پلازما جي وسيلي
ساهه جي ٽنڊڙ ۽ ڇڇنڊڙ
سور ۽ ناسور جي ڏوريءَ کي
ويٺا ڳنڍيون ڏين
بک وگهي بيمار ۽ لاچار
اڄ جو ماڻهپو
آپريشن ٿيئٽر ۾
بي هوش ۽ بي جان ستل،
روح:
جيڪو لاڏلو جائو ۽ نپنو
نوبنو ۽ پاڪُ روح،
نور جو ڪو پرتوو
جنهن ۾ چون ٿا
هو رکيل
بک وگهي،
هڪ ڪاسبيءَ وانگي

ڪمائي، رت ست ڏئي،
بک ڪاٽي،
زندگيءَ جي بيل گاڏيءَ
کي ڏکيو-
هڪ صدي جيئرو رهيو-
زندگيءَ جي بيل گاڏي:
پَستُ ۾ هيٺين ٽنگن وارو سوار
ٽڙڪندڙ ۽ ٽاپا ڪائيندڙ
سوار جون جوڙي ٽنگون،
زندگيءَ جي بيل گاڏيءَ ۾ جُٽيل
جنهن تي هڪڙي زال
۽ ٻارن جو ميڙ
بک رڌڻ جون ديگڙيون
۽ اڃ پرڻ جا خالي ٿانوَ
سيءَ لڳڻ واريون رلهيون
۽ اُبَ ڪيڻ وارا پکا،
پاڪ ۽ پوتر بدن کي
وائڪو ڪندڙ لٽا-
هار ۽ سينگار لئه
دڳ جي مٽي،
ٽڙ ڪرڻ لئه
اپ ۾ گجگوڙ ۽ ڪنوٽيون
مٿان وسندو اڇي
وڏ ڦڙي سان گڏ
چٽي جيڏو ڳڙو-
ٻارڙن جي سڏڪڙن جا لوڪ گيت
زال جي پارن ڪيڻ جا

سهِرا لاڏا
سُر سنگيت،
رت سڪل، لاچارءِ بيمار
انهيءَ سوار جون
زندگيءَ جي بيل گاڏيءَ ۾ جُتيل
پست ۽ هيٺيون ٽنگون
جن جي گوڏن مان
سُڪي ويو آهي تيل-
خشڪ ڦيٿن وانگيان
چيڪاٽ ڪنديون ٿيون وڃن،
اڳتي جتي واٽ ناهه،
سچ آهي، بک آهي
اڃ آهه
پيٽ ۾ ولهوٽ
اکين ۾ ڦُلا،
رت ڳڙيون ۽ جسم تيِ
ناسور جا بي انت سورَ
سلهه، تپ ۽ رت- وهڪ
خون جون گرڙيون،
حياتي موت جي اڪيوٽ راند
زندگي جي بيل گاڏي:
مسئلن جي گپ چڪ،
حالتن جي واچ مينهن ۽
خواهشن جي قتل گاهن مان رڙهي
بک جي جهولي منجهان،
اڃ جي جهاڪن مٿان،
وقت جي ظلمن جي منهن ۾

چيڪندي، اڳتي وڌي ۽
زندگي جي آپريشن ٿيئٽر ۾
گهڄي پئي-
زندگي جي بيل گاڏي جونءَ پيس،
منزلون اڻ ڪٽ
۽ نسلن جون وکون
زندگي جي شاهراهه ڏاڍي ڏکي،
تي هٽي تاريخ جنهن تي
ويڪريون پٽيون پرانگهون
ارتقا جون، سچ جون ۽ رت جون،
تنهن تي اڄ،
ماڻهپو:
بيمار ۽ لاچار روح،
زندگيءَ جي بيل گاڏي،
گهلي گهلي-
زندگي جي آپريشن ٿيئٽر ۾
ٽڪجي پيو آهي ڪري-
ڊاڪٽر،
تاريخ جا نابين روح،
جن کي نفرت مان پنائيءَ
هو سڏيو،
انڌا اونڌا ويڄ،
نڪ تي ڪپڙو رکي
پيٽ بکئي ماڻهپي جو
ڪن تا اهڙو آپريشن
جنهن وسيلي
هو چون تا،

بک هوندي،
اڃ هوندي،
ماٺيپو زنده رهي
۽ چُپ رهي-
پوءِ بہ سبيل
چپ چوري
ڪئٽ گٽ ☆(catgut) ٽوڙي
الائي ڇا ٿو چئي
سمجهہ ۾ ايندڙ
۽ منجهيل لفظ
۽ جملا
رت ۾ آهن گڏيل

--------

☆ آپريشن دوران چمڙي کي ٽوپو ڏيندڙ ڌاڳو جيڪو رڍ، گهوڙي ۽ گڏه جي آنڊن مان ٺاهي تيار ڪيو ويندو آهي.

# ڪنٽراسٽ

شاعري ---- لانگ بوٽ
شاعر ---- گولي،
بانبڙا ٻار جا ---- پاس آئوٽ پيٽريڊ

ٻن ڀرن وچ ٻن ڪلهن تي
تلڪ سرمي جو --- بنٽ ڪو ٽامي جو.

گوڏ، صدري نيري، خاڪي
مٿي تي انگوچو --- ۽ اڇي يونيفارم

اُسَ ۾ ٽڏ ۾ چڙ تہ ماڙهوءَ
اگهاڙا پير ---- جي چم مان
جوڙيل جوتا
چلڪندڙ بوٽ
تري ۾ ڪوڪا

ڏور، لوڙائو وار، وومن
۽ ڀٽائي جا بيت ---- ۽ وائين،
جنگي جوان

ڏاند گاڏي جيٽ، ميزائيل
ٻلال، چنل رلهي ---- بڪتربند گاڏيون

لٽ، گهوٻاٽا، جي ٽري، مارٽر
کهاڙيون ------ ۽ توبخانا
مُڏيون، سُڏيون

رات جو ڏمر کان چور، زاني،
ڀڄي ۽ لڪي، ---- ڀٽائي، سهڻي ميهر
تار ترنڊڙ ۽ ٽڪٽڪي، ڪات،
ميهر سان ملندڙ چم جا ڦٽڪا.

سنڌ جيئي، ---- نظام مصطفي،
سدا جيئي پورهيت پائنده باد، زنده باد.

--------

zia era

# حياتيءَ جو رومانس

سياري جي اڌ رات
دريا تري
مڙس ڪان لڪي
ميهر سان ملڻ-
۽ پيرين اگهاڙي
تتل ڏينهن ۾
جبل جهاڳڻ،
بڪئي پيٽ
بدحال هوندي،
عمر جهڙي ظالم سانِ
جهيڙو ڪرڻ،
زماني جي هٺرادو
ريتن ۽ رسمن
جي منهن تي
ڪا دانگي ملي
ڪنول ۽ ڪنواريون
سڏي
ڪاڪ جوڙڻ-
چنيسر کي چاهي،
اَملهه هار تي!
اَن جو سودو ڪرڻ-
جوانيءَ ۾ ”ڪارو“ ۽ ”ڪاري“ تي

ڪسجي وڃڻ-
حڪومت سان جبلن تي جهيڙو ڪرڻ-
اسٽينسل ڪٽڻ-
۽ پمفليٽ لکڻ-
بندش پيل ۽
"خطرناڪ" ڪميونسٽ
لٽريچر پڙهڻ
ظلم، ڏاڍ، انياءَ سان
مهاڏو جهلي، مٽي ويس
انڊرگرائونڊ ٿي وڃڻ
رڳو آهي جوڪر جو ڪم-
رڳو آهي جوڪر جو ڪم-
۽ جواني ۾ جوڪر ڪٽڻ
حياتيءَ جو رومانس آهي،
حياتي آ جنهن ڪانسواءِ
ٻُسي ۽ ڇَسي،
صفا اهڙي جهڙي، ڪنهن چرسيءَ،
آفيمي ۽ ڀنگيءَ جي بي حس حياتي،
مٿل، زرد، پيلي، اگهي
جڻ ته ٽي بيءَ جي پيشنٽ
جو ڪوڪانگهارو-

---------



پنهنجي دل جي زخمن جو
اڄ هڪ هڪ ٽاڪو
آءُ اڌيڙڻ چاهيان ٿو
مونکي پنهنجا هاريل ڳوڙها
واپس ڏي
مونکان پنهنجيون ساريون مرڪون
واپس وٺ.
تنهنجي مرڪڻ
مرڪي موهڻ
موهي مارڻ
واريءَ سرڪڻ ڦاهي کان
مان جند ڇڏائڻ چاهيان ٿو!
مونکي پنهنجا هاريل ڳوڙها
واپس ڏي
مونکان پنهنجيون ساريون مرڪون
واپس وٺ.
توکي تنهنجيون
ڪارون بنگلا
سرمائي سان
سهڪڻ واريون
سيف تجوڙيون
بخش هجن.
توسان پيل هي

ڪلبون مهڪن
بارجون ڪوئيون
ڳاڙهيون شيشيون
تنهنجي هوندي
ڀهڪن ڇهڪن.
تون ڀل پنهنجن
جيڏن سرتن
يارن ۽ مل وارن
سان شل خوش هجين
مونکي تنهنجي
ڪَهل نہ گهرجي.
منهنجي اندر
شاعرجي جا
دل تي ڏڙڪي
تنهن کي تنهنجي
ساڙهي جو اڄ
پلو نہ گهرجي.
مونکي من جي گهراين ۾
گيتن جي موسيقي گهرجي.
نغما، نغمن جا هي سڏڪا،
آهون، نيزاريون ۽ ڪوڪون
ڪافي آهن.
پنهنجي اڏڙيل روح کي ويتر

آءُ اڏيڙڻ چاهيان ٿو.
مونکي پنهنجا
هاريل ڳوڙها
واپس ڏي
مونکان پنهنجيون
ساريون مرڪون
واپس وٺ
واپس وٺ

---------



هيءَ ڪنهن جي ياد جي پيڙا آهي
من مان رت جو ٽيپو ٽڙي
چواڪا ڪري
ٽمي پئي آهي-
هي ڪنهن جي اک جو ڳوڙهو آهي
من جي آڳر تي
ڪا ڪڪري ساڻ ڪري
سنهڙي بوند جيان اَچ
وسي پيو آهي-
هي ڪنهن جي پٻ جو ڪڙڪو آهي
بند ٽيل دروازو کولي
ڏسي اچان ٿو
ڪوئي ناهي-
هي ڪنهن جي ساهه جو پاڇو آهي
هليو وڃڻ ڪانپوءِ به
ڪمرو سرهو آهي-
هيءَ ڪنهن جي اک جي سرخي آهي
جنهن کي ڏسندي
ڳاڙهي رنگ سان
عشق لڳي ويو آهي-
هي ڪنهن جي پيار جو سڏ آهي
سور به هانوَ تي
ٽڏڙا ڪيڻ لڳا آهن
زنجيرون سينگار لڳن ٿيون
موت به وسري ويو آهي
جيئڻ سان نينهن لڳي ويو آهي-

## اَن روماَئنٽڪِ

مجبوريءَ جي "سڪل ٽُڪر" کي
پيار جي هڪڙي پاٽيءَ ڍڪ سان
آلو ڪري
اڌ چٻاڙي
ڪَوڙي منهن سان
خشڪ نڙي مان
لاهڻ جي جاکوڙ
ئي آهي زندگي!
تنهنجي منهنجي
۽ هر ڪنهن جي
زندگي!
جنهن کي،
تون ۽ مان
۽ ٻيا ڀي ڪيئي ماڻهو
ڇَڪڙي وانگي
گهلي گهلي
ڍڪي رهيا آهيون
سورن جي سُڪي ٽُڪرَ
کي نرم ڪري
مهانگائي جي بکئي پيٽ کي
پيار جو پاٽي،

خالي پاڻي
کهڙو آٿت ڏيندو!
پاڻي نيٺ تہ پاڻي آهي
وسڪي ناهي
پيٽرول ناهي-
پاڻي نيٺ تہ پاڻي آهي
مهانگو ناهي
پيٽرول مهانگو آهي
۽ تنهنجي منهنجي
بکئي پيٽ ۾
آهن رڳو ولهوٽ-
۽ هوڏانهن چيٽ ڦٽو آهي-
ڪرڙ بہ ڳاڙها ٿي ويا آهن
هير ڳهلي آهي
جنهن ۾ آهي
نازبوءِ جي
مڌر مڌر خوشبوءِ-
پرپوءِ بہ الائي ڇو
ڏاڍي بک لڳي آهي-
۽ بصر مهانگو ٿي ويو آ
جنهن کي پلوَ ۾ ويڙهي سيڙهي
مُڪَ هٽي
ڇتي ڇپي
ڪنهن سُڪي ٽڪر سان ٺي سهي

کائي وچجي
تنهنجي منهنجي
۽ هر ڪنهن جي
زندگي
اڄ بصر جيان
ماٺوءَ ڪان به
مهانگي ٿي وئي آهي-
...............
۽ تون ٿي چوين
مان اَن رومانٽڪ
ٿي ويو آهيان!!؟؟

--------

# Feudalism

ٽوپيل نَڪَ مان سگھڙو سوري
ڪنواري ڇوري
پنهنجي منهن سان
واندي ويٺي
ڇا ڇا سوچي
ڀاڳ سهاڳ جا سندر سپنا
ڪيئي جوڙي
ڪيئي ٽوڙي

........................

پاسي واري گهر ۾ وڏيرو
نوٽ ڏئي ۽ سنمڪ ٿي،
مائي ڪان هر ڳالهه مڃائي،
ڀنيهيءَ تان ڪانوَ ٽڙي
۽ مُڇ وٽي
واندو ويٺو
ڏاڍائي گهر ۾ گهوري

...................

ڪنواري ڇوري
ڀاڳ سهاڳ جا
سندر سپنا
ڪيئي جوڙي
ڪيئي ٽوڙي!!

# تعذير...

هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!
روح ڪي رهنڊ اچي رت وهي،
سچ سنگسار ٿئي پلي سٺجي،
توئنس تعذير جي نه ٿي گهٽجي،
وير پنهنجو وٺو، وٺو يارو

هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!
آدميت جي اصول تي اڄ پيي،
ازل کان ٿي ايئن ڪرڻ وارو،
ماٺيپي ڪي چريو چوڻ وارو،
مشڪي ڇا ٿا ڏسو ڏسڻ وارو،
هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!

هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!
سچ ۾ ساهه اچا سڏڪي ٿو،
ان ڪي چچريو، چٿيو ۽ چيپاٿيو،
نينهن ننگو ٿئي نهائين ڇڏي،
جنب اڇلايو جنگ هارايو.

هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!

هڪ پٿر ڀيو ٻه هٿو ڪو يارو!

--------

# lovers' day

14 فيبروري 1976ع جو ڏينهن آ
منهنجي دل
اڄ ڀَڪَ ڀڃي بيٺي آ
ته مان لوَرسَ ڊي تي
هوٽل ۾ وڃي
ڊانس ڪريان-
سڳنڌ سرهاڻ کي
روح جي گهراين سان چکي
ڪڙاين ڪڙين تي بيٺل
ڪنوارن جسمن جي
شاعري ڀڃان ۽ ڏسان
پر ڏيڍ رپئي واري
منهنجي ايگل پين
اصل نه ٿي مڃي-
(ان جو مو ن کان به
گهڻو مٿو ڦريل آهي)
چئي ٿي
هل ته يوم بلوچستان ملهائڻ نڪرون-
برف جميل ٽڪرين مٿان
چٽڪار ٽيل
ٺهڪندڙ رت مان

چيچ ڀوڙي ساٽ ڪريون-
آءٌ من جي هن طبقاتي چڪتاڻ
ڪان بورتي
ريڊيو آن ڪري
ڀئي ڪن لائوڊ اسپيڪر تي رکي
ٿو چڙيان-
ريڊيو چوي ٿو
...............
جنهن کي ڀڏندي ئي
خودڪشيءَ جا خيال ٿا اچن
ريڊئي جو آواز
پنهي ڪنن ۾ ڪوڪرا ڪري ٿو چوي ٿو
شهر ۾ ڪرفيو لڳل آهي
ڏوهه آهي جنهن جي پڇڪڙي-
ڏوهه آهي جنهن جي پڇڪڙي-
آءٌ پنهنجي مس ٽمندڙ پين
۽
رت وهندڙ دل
ميز جي هڪ دراز ۾ رکي
سمهي ٿو پوان
ڇت ۾ اکيون وجهي.

---------

# زندگيءَ جي حياتيءَ جو سوال

زندگي تون بہ گذاريويندينءَ،
زندگي مان بہ گذاري وينديس،
زندگي خود نہ گذاري سگھندي،
زندگي خود نہ گذاري سگھندي!

.................

لٽ تي لوڏا ڏئي هلڻ واري
جڳ جڳاندڙ ڪان بار ڍوئيندڙ
زندگي واٽ ۾ اڪيلي سر
وچڙي سچڙي
ڪٿي ڪري پوندي!

.................

مون تہ هَٿُ، هَٿ ۾ ڏيڻ جو
چيو هو-
جھورڙ پيرسن جياپي کي
ڪا گھڙي ٽيڪ ڏيڻ جو
چيو هو-
مون تہ چيو هو تہ هن جياپي کي
رات جو رت-هاڻي رستي تان
هٿ وٺي پار ڪجي-
سگھہ ڏجي-

جڳ جي هن جونءَ پير جياپي کي
تيز ڊوڙائجي
تکو هلجي-
مون تہ پنهن جي ئي منهن
هئي ڳالهہ ڪئي-
تو چيو آءُ گذاري ويندس
مون چيو مان بہ گذاري ويندس
زندگي ڪيئن گذاري سگهندي
زندگي ڪيئن گذاري سگهندي!

--------

# ڪارنهن جا چٽا

لڙڪ لاڙڻ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي جاني!
زندگي دور اجا دور وئي ويندي آ
ايستائين جو لڙي لڙڪ سڪي ويندا هِنِ
لالڙي ڳل ڳري ويندا هن
سرد ۽ زرد ڳلن تي ڪڏهين
ڪوسڙو رت ٽمي پوندو آ
ٿورڙو ترس، اجا ترس، ڪٿي ڀيٽي آ،
زندگي دور، اجا دور وئي ويندي آ-
زندگي دور اجا دور ستارن کان پري
نينهن نظارن کان پري
تنهنجي ۽ منهنجي خيالن کي ٽڏي
ڍير لڳل لاش ۽ بارود جتي
زندگي زهر جو پيالو بڻجي
موت جي سرڪ چڪائي سڀ کي
وڃڻ هر ڪنهن کان چڪائي تي وئي -
جو تہ هي دنيا سڄي تنهنجي ۽ منهنجي ناهي
جن کي ڪا جنگ نہ لڙڻي آهي
جن جي آندن ۾ ڪڏهن بک نہ لڳڻي آهي

توکي مونکي تہ رڳو عشق ئي ڪرڻو آهي!
پر اها ساڳي سياڳي دنيا
جنهن کي سمجهيو آ اسان سچ سمان
تنهن جو بهروپ آ ڪارنهن جا چٽا
تنهن ۾ هر سچ چڙهي ٿو ڦاهي
تنهن ۾ هر ڏڳ جو سر ڏار آهي
تنهن جي ڌرتي ٿي سڙي آڳ ہري
تنهن ۾ هن پيار سوا
ڏک گهڻا، سک گهٽا!
تون جي انسانيت تي نظر ڪرين
پيار ۽ پيٽ ڊوَجون ڳالهيون هي
پلڪ هڪڙي ۾ اڏامي وڃني !
ڇو تہ هي زندگي هر ڏجهہ سوا ڏيندي نا
زندگي دور اچا دور وئي ويندي آ_!

--------

# اي چنڊ! پناڻيءَ کي چئجان!

اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!
جنهن رات ۾ تو تي بيت چيا
سا رات اڃا ٻي جاري آ
۽ سچ ڏنگايون کو نہ چڙيون
هي پنڌ پري جو واري آ
مان کنهن سان پنهنجا سور سليان
اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!

---

اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!
اڄ رات رنو آ رت ڦڙو
۽ تارا سور پيئڻ ٿا پيا
هوءَ سانجهي سڏکي روئي ٿي
۽ سوريءَ گيت چڙهن ٿا پيا
توکي نہ چوان ٻيو کنهن کي چوان
اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!

---

اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!
مون تنهنجن راڳن جي سُر ۾
جان سنهڙي سيند وڃائي آ
هر ماڻهوءَ ڀيند هنئي آهي
هر گهر گهٽي چڻ ڦاهي آ
ات ڪرڻن جي ڪا ڪوڪ ڪجان
اي چنڊ پناڻيءَ کي چئجان!

---

اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!
مون تنهنجي ڏات ڏيا مان اڄ
جان هڪڙو ڇڪڙو چاهه چکيو
ويڙهاند سندو ويراڳ ڪيو
هر ماڻهوءَ کي مون ياءُ ڪيو
تي تنهنجيون وايون آءُ وڙهان
اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!

---

اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!
هي ماڻهو تنهنجن بيتن کي
ڌرتي ڪان ڌار ڇني تا ڪن
ٿيون وايون تنهنجيون وار پٽن
۽ سُرڙا تنهنجا اوسارن.
هي ارهي سرهي دانهن ڏجان!
اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!

---

اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!
ڪنهن انڌوڪار انڌا ڪيا هن
تا ماڻهو توکي شاهه چون،
۽ تنهنجي راڳ رسالي کي
تا آيت سمجهي ڪنڌ هڻن،
تون ڪيڏو ڏور هليو ويو آن.
اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!
اي چنڊ پٽائيءَ کي چئجان!

---



مونکي تنهنجو شهر تہ ڏاڍو پياسي ٿو
پلي تہ تنهنجي شهر جا ماڻهو،
اکين ۾ آرانيپيون ٻاري
ڳجهين وانگي لامارا ڏئي،
چپڙن جان ويچارا ڪن ٿا-
تنهنجي شهر ۾
ويڻن جي ٻولي ٿا ماڻهو ڳالهائن،
قرب بہ ڪاندن ٿاندن وانگي
ساڙي ٿو-
ايئن لڳي ٿو
سوريتي چڻ هتڙي ڪائي جائي ناهي-
پريت ڪڏهن هت آئي ناهي،
پر هي ماڻهو پوءِ بہ
پنهنجي جيت اجيت ڪان اکيون ٻوٽي
پنهنجي جيئري رهڻ تي جڏهين
ڳنڍ ٻڌي بيهي ٿا رهن-
مان سمجهڻ تي مجبور ٿيان ٿو-
تہ تنهنجي شهر جا ماڻهو پيي
ڪا آس اکين ۾
رکي سگهن ٿا-
تنهنجي شهر جي رات بہ ڪائي

ڏائڻ آهي
ڪُتي ٿي نہ ٿي.
تارا جهڙا لوهہ جا ڪوڪا
شوخ هوائون آٿي
من ۾ نوڪن ٿيون-
تنهنجي گهر ڪان گذرڻ وارا
هير جا جهوٽا
(هونئن تہ چون ٿا
ڏاڍا هلڪا ٿيندا آهن)
منهنجي سِرَتي
پهاڙ جيان
اڄ ٽٽي پون ٿا-
پوءِ بہ تنهنجو شهر تہ ڏاڍو پيارو آهي
بلڪل ايئن، جيئن تون آهين.

--------

# ادب

پين ۾ مس ڀيل آ ڪاري
تون چوين ٿو ته لکي ڪارا اکر
اڇڙي اُجري پني کي ڪُارو ڪري
ڇو ٿا تاثر ڏيو ته اوندھ آ-

..............................

سج ايري ٿو، ٿئي ٿي سانجهي
رات ٿئي ٿي ته ڪَري چنڊ ٿو
جڳ کي روشن-
چنڊ ناهي ته
ستارا ٿا ڪِڙن اُڀَ ۾-
پوءِ به چئُو ٿا ته اجا اوندھ آ-
پوءِ به ٺاهيو ٿا چتر
تصويرون
جن ۾ هر ڳوٺ، شهر، جهنگل ۾
رت هاريل آ، سڙن ٿا گهر گهاٽ،
باھ ٻاڙهي ۽ سڄي جڳ ۾ آ دونهون پکڙيل
۽ اگر ٿيل اچوڪا انسان-
هيءَ آ اُدب اوهان جو
۽ آهي آرٽ هيءُ-
پوءِ به چئُو ٿا
ته اجا اوندھ آ-

........................

پين ۾ مس پيل آ ڪاري
اچڙي اڃري پني تي
آءٌ لکڻ ٿو چاهيان
تِير جهڙا تکا ۽ زهر اکر
پوءِ بہ سارو پنو آ ڪارو ٿيو

........................

پين ۾ مس پيل آ ڪاري-
پوءِ بہ جي آءٌ لکان ٿو تہ
چوين ٿو هي ليک
ادب ناهي آ رڳو سياست هي
آءٌ ڦهلايان ٿو اوندهہ جڳ ۾
پل تہ بجليءَ جا ڪنيڪشن تو وٽ
صديون گذري ويون
نہ پهچي سگهي بجلي
مگر منهنجي ڳوٺ-
پل تہ تون ڦوڪُ ڏئي گل ڪرين
هر ڏياٽي ۽ ڏيئو
پل تہ تون سچ لڪائي
۽ هٽي ڪوڙ نسورا
ٿو رکين اونده ۾
پاڻ کي، ريڊئي کي
۽ ٽي ويءَ کي-
صبح ۽ شام جي اخبار کي

وهائي ڪينچي،
پوءِ به تاريخ ته انڌي ناهي-

...............................

وقت جون اکيون
ٻلي جي تارن جيان
گهگهه اونده ۾ رهن ٽيون چٽيون
تيز ۽ گهورُ ڪندڙ
هر شئي ۾
پوءِ به جي آءٌ ڏسان ٿو
ته ڪوئي روئي ٿو
تون چوين ٿو ته لڪي ڇڏ ته ڪلي ٿو ڪوئي-

...............................

رات جو روڊ تي،
۽ جهوپن ۾
۽ وڏن بنگلن ۾
نوٽ نڪرن ٿا
ٿئي ٿو واپار
برف جهڙن ٿڌن ۽ ٻُڪ مٿل جسمن جو،
جن کي وحشي ۽ جنس جا بکيا
رات ساري ٿا پٽين، چيچاڙين،
آءٌ جي ايئن لکان ٿو
ته چوين ٿو هي ادب
اخلاق بگاڙي ٿو
ڪري عام ٿو جنس

...............................

ڏيءُ جيڏي- ڪنوار
گهوٽ آ ڏاڏي جيڏو
رات جو آءُ ڏسان ٿو
لڪي، چوري ڇپي،
ڏيءُ جيڏي ڪنوار
ڍونڍ مڙس جي هيٺان
ليٽڙي پاڻ ڇنڊي
ننڊ جي هنج ۾ وڃڻ کان اڳ ۾
الف اگهاڙي ٿي سمهي ٿي ٻئي ڪنهن سان،
جنهن سان هوءَ پيار ڪري ٿي ڏاڍو
ٿي چڙي لاهي اهو تڙمٽي مان جيڪو،
مڙس هن کي هو وڏو حق شرع
پورو ڪرڻ جي سانگي!
آءُ ڪئنواس ڪٽي
ان تي چٽيان ٿو هي عڪس،
تون چوين ٿو ته هيءَ فحاشي آ.
پر جي مسجد ۾ ملان
ڳوٺ جي
ڪنهن اڌ ساماٽل نينگر کي
وهاري هنج ۾
ٿو ڏئي سبق ۽ پورو ٿو ڪري جنسي شوق
تون چوين ٿو ته آهي نيڪ خدا جو بندو
سڏريل، الهه لوڪ عالم هيءُ
..............................
پيين منهنجي ۾ آهي ڪاري مَس،

تنهنجي پرچار ڪندڙ
ٽولگر، خوشامدڙيا
پنڊ، پينو ۽ وڪيل
ذهن سُري ڪاڏل جيوَ
جهل جا ڪوڙ اڪابر عالم
رات کي ڏينهن چئي
زور ڏئي اکيون پٽي
ڪجهه ڏسڻ ڪانسواءِ اکتي وڏن،
۽ ظاهر ڪن،
چڻ تہ هو وينا ڏسن هرهڪ شئي کي،
پوءِ بہ تاڦوڙا، ڏڪا، منهن پٽ تي،
پوءِ بہ ڪڏ ۾ ڪري اٿن تا ايئن،
جيئن ڪنهن نڪ وڍيل کي ٿو اچي
نِسري نڪ
پوءِ بہ تاہا ۽ ٽوٽا ڪائي انڌا اوندهہ ۾
ڪجهہ نہ ڏسندي اکيون پٽي تا چون،
هيءُ اوير ڪان ايو ٽيو آ سج،
رات آهي تہ اجهو آهي ڪڙيو روشن چنڊ
۽ ستارن جي ڇٽي روشن رات،
اهڙي آهي، آ جهڙو روشن ڏينهن،
پوءِ بہ تاريخ تہ انڌي ناهي،
پوءِ بہ تاريخ تہ انڌي ناهي.

--------



وڏيل
ڇچريل
ڏڏريل
پيڙهيل
وڻيل سڻيل
ڇيهون ڇيهون
گھمنڊڙ ڦرنڊڙ
جيئرا روح-
منهنجي ڳوٺ
جا ماڻهو
ڇڙ تہ جن تي
اهڙو بم هنيو ويو آهي
جو نيوٽران
بہ تہ ناهي
جو جسم ۽ مال
سلامت آهي
باقي دليون
ڇيريل ڦاڙيل
جذبا ڪپيل
خواب ڏنيپل
سوچون ساڙيل
ساهہ نپوڙيل
جيون پٽيل
سک چورايل
ڏنپ ڏنل
هي ماڻهو

منهنجي ڳوٺ جا ماڻهو
مرد ۽ زالون
ٻيڙا، ٻار
جن جي آئون
لفظن ۾
تصوير چٽڻ ٿو چاهيان–
سچي پچي تصوير–
پر لفظ ۽ جملا
ايڏا پيڙهيل ناهن
جيڏا منهنجي
ڳوٺ جا ماڻهو آهن–
سوچان ٿو،
تصوير جڙي نہ سگهندي
ڇو تہ اکر،
ڪنهن رئنڌڙ
اک مان
ٽمندڙ ڳوڙها
ناهن
ليڪا آهن
خالي ليڪا
آهن
-----

4 اپريل 1979ع جي پسمنظر ۾ لکيل

--------



جڏهن تنهنجي ساهن ۾ وهنجي
۽ نازن سان سينگارجي
گهر مان نڪري
سرءُ جي ٻُسيءَ ۽ چَسيءَ شام ۾
گم ٿي ويندو هئس
ته سوچيندو هوس
(انهيءَ هرڻ وانگي،
جنهن ۾ آهوندي
مشڪ جي مهڪ)
ته هي مهڪ آئي ڪٿان؟
سڪل پن
پن ڇڻ جي موسم ۾
سُرها ته ٿيندا ئي ناهن
نه جهوٽا سرءُ جي ڪا خوشبوءِ آڻيندا آهن
هي سورن جي بستي
هي گهاوَن جو گهر
اتان رت ۽ پونءِ ئي ته نڪري سگهن ٿا
نه خوشبوءِ رت ۾
نه ڪا مهڪ پونءِ ۾
هي سرهاڻ آئي ڪٿان؟
مان سوچيندو هوس
۽ ڪوئي نشو هو
پيئڻ ڪانسواءِ جيڪو
غافل ڪري هو ڇڏيندو-
(۽ ان هرڻ وانگي
جنهن ۾

آ هوندي مشڪ جي مهڪ)
مان هلندو ئي وتندو هئس،
اتاهيون ۽ لاهيون
دڙيون ۽ دِڪا
ڪو تانگهو چڪڻ، ڪُنُ
سهٽيءَ جان مونکي
ها لڳندا پرانگهه-
۽ اهڙي طرح پيار جو هي نشو
ايئن ئي ٽٽي پيو
ٽيو جيئن بيروت ۾-
۽ هاڻي سرءُ جي ٻُسي ۽ چسي شام وانگي
هي جيون ٻُسو ۽ چسو ٿو لڳي-
نشي مان پٽيل،
ڳاڙهيءَ ريتيءَ اڪ سان
ڏسان ٿو هيئنئر،
هي سورن جي بستي
هي گهاوَن جو گهر.
هي رت جون نديون
پونءِ جون هي ڍنڍيون،
هي پن ڇڻ جو ماتم
۽ غربت جا جهوٽا
اڳي ڪان چٽا ٽا لڳن پيا هينئر
۽ پنهنجي بدن مان اچي ٿي
پگهر جي ئي بدبوءِ-

--------

# مينهوڳي

ڏرتي:

---

مينهوڳيءَ ۾ ڌرتي ڇا ٿي چاهي؟
وسڪارو ٿئي،
ريج ٿئي
بک وڃي،
جيئن هن جا ٻچڙا
پنڙي پيٽ جي
هڪڙيءَ پاٽ تي
وڙهي نہ پون-

واپاري:

---

مينهوڳيءَ ۾ واپاري ٿو چاهي،
لاڳيتي برسات پوي،
جيئن هن جو سودو گهٽو ڪپي
مهانگو ٿئي،
۽ ماڻهو هن کان
اوڌر ڪٽي قرضي ٿين
هو ننڍڙي دڪان مان
ڪاروبار وڏائي وڏو ڪري-

ڪامورو:

---

مينهوڳيءَ ۾ ڪامورو تو سوچي
ڪوئي ڳڙو پوي،
ماڻهن جا سڀ گهر ڊهي
ناس ٿين۔
ملڪ سڄو
آفت زده علائقو ٿي وڃي۔
آمريڪا امداد ڏئي
ڪو رُڙهه ٿئي
۽ نئين مرسڊيز ملي۔

وڏيرو:

---

مينهوڳيءَ ۾ راڄ ڏٺي وڏيرو چئي ٿو
وسڪيءَ جي ڪا بوتل
پريل هجي،
واهڻ جي ڪا الهڙ ڇوري،
ڪمدار ڪارا واڪٽي اچن،
ٽرپل فاءِ جي سگريٽ ۾
ڪو چرس پريل هجي،
۽ ڇوريءَ کي
زوريءَ پياريو وڃي
جيئن گهڻو مزو اچي۔

شاعر:

---

مينهوڳيءَ ۾ منهنجي دل تي ڇاهي
پيار جا بادل
سونهن جون بوندون
جوانيءَ جون کي مست هوائون
سُندر ۽ چڙواڳ بدن جون
سُندر ۽ چڙواڳ لڪيرون
ٿاهي ڏاهي،
ڳوٺ جي هر هڪ
ڪنواري نياڻي،
پنهنجي پنهنجي سرتي سان گڏ
نظر ڪٽڻ تائين،
ٺينگ ٽپا ڏئي پيار ڪري،
۽ بوندون هير سان چنبڙي
هڪڙي چمي ڏين،
وسڪاري جي نالي،
مينهوڳيءَ جي نالي
صرف تنهنجي نالي-

--------

# سنڌ

شاعريءَ جا ديوتا
ڀٽائي گهوٽ!
تنهنجي در تي اچي،
نہ پٽ ُگهريو آهي مون،
۽ نہ وري باسَ
ڪا باسي آهيم،
مان تہ هڪ سينَ
هڻڻ آيو هان،
خالي ڪشڪول کڻي
ڏات ڏٺي!!
سنڌ جو لاش کڻي آيو هان،
ان ۾ نئون ساهہ وجهي ڏي مونکي.

---------

# جيون.....!!

جيون
هڪڙو چترآ اهڙو،
ڌرتيءَ جي ڪئنواس تي پکڙيل۔
ماڻهو:
ان ۾ رنگ ڀري ٿو،
هڪڙي جنم ۾،
هڪڙو رنگ.
پر رنگ تہ ڪيئي ٿيندا آهن،
ڳاڙها، ڪارا، پيلا، ناسي،
نوان نڪور ۽ اُجرا رنگ.
پريت، وفا ۽ سونهن جو هڪڙو-
رنگ بہ ٿيندو آهي.
جنهن مان خوشبوءِ ايندي آهي
مينهوڳيءَ جي،
وسڪاري جي،
چيڪيءَ مٽيءَ جي مڌر مڌر خوشبوءِ.
گل جڏهن-ٽارين جون پينگهون ٽاهي
نچندو آهي،
۽ هِير گهُلي پوندي آهي،
تہ پوئنر بہ پلندا آهن،

۽ هڪڙي رنگ مان
سَوَ رنگ ايري ايندا آهن۔
سونهن بہ رنگ چڙهيندي آهي،
جوڀن جهڙا ڳاڙها رنگ،
نيڻن جهڙا پوتر رنگ،
روسامي ۽ پيار ونڊڻ جا
پيارا رنگ،
جيون کي جرڪائيندڙ
۽ ميڇن سان موهيندڙ رنگ.
پر رنگ تہ ڪيئي ٿيندا آهن:
ڪچا، ڦڪا، ڏڀارا رنگ.
رت جڏهن جوڀن کي جرڪائيندو آهي
ڳاڙهو هوندو آهي
ساڳيو ڳاڙهو ريٽو رت
گهاوَ مان وهندي وهندي خشڪ ٿي ويندو آهي،
تہ ڪارو لڳندو آهي.
نفرت کي بہ رنگ ٿئي ٿو،
ڪوڙهہ جو رنگ، ڏڀارو رنگ–
اهڙو جهڙو
ڦرڙيءَ مان ٻُرڪو ڪائيندي
وهندڙ پونءِ جو رنگ–
سرءُ جو رنگ
۽ ڦاهي گهاٽ جو رنگ،

بيهودو ۽ بي رنگ ٿئي ٿو-
ڍير تي لاش مٿان لامارا ڏيندڙ،
ڳجهن جو رنگ،
ڏپارو ٿئي ٿو.
اهڙا ڪيئي رنگ ڪٽي
من ۾ آڻي
ڪي ڪي ماڻهو
ڌرتيءَ جي ڪئنواس تي پکڙيل
چتر پرينداآهن
۽ جيون بدبودار ٿي پوندو آهي-
پر پوءِ به جيون
جنم جنم ۾
سونهن جي سُرهي رنگ سان سِرجي ويندو آهي-
جيون تڏهن تہ پيارو آهي
موت کان ۽ ٻيءَ هر ڪنهن شئي کان-

---------

# ٻارن جو عالمي ڏينهن

ڇاتيون خالي
کير ۾ پاڻي
دوا جي شيشيءَ ۾
مکيون مُئل
ماءُ جي اکين ۾،
اوجاڳو
پيءُ جي آندن ۾
ولهوڙ،
آسمان ۾ تارا
اڏ اونداهي
ڏيئو خالي
وٽ سڙيل
ٻار جو روڄ
هڪ هڪ رڙ
ماءُ کي هانوَ ۾
ڀالو
پيءُ کي پيٽ ۾
وڍ-
تارن جي اولهه ڏانهن
ڪاهه-
سج جو اوڀر ڏانهن
سفر
سياٽي،
ڀهرين جون

پارن جو عالمي ڏينهن-

---

بجلي بند
در پيڪڙيل
درجي ٻاهران
رڪشائن جو شور
وسڪيءَ جي
خالي بوتل
اونڌي پيل
اُن تي اُڪريل چٽ
پارڪي وڻندڙ
راند جو چڙ
رانديڪو
ماءُ اندر ويل
ذهن تي دڙڪن
جون ياڏون
چهبيون،
"در نہ کڙڪاءِ
بس ڪري ڪيڏ
هن بوتل سان
اسان اچون ٿا-"
هڪ هٿ راند ۾
هڪ هٿ ۾
بصرن جا ڪترا
چنٽيءَ جا لينگهبا
ڪنهن ڪنهن

هڏيءَ تي
بچيل گوشت
ساوا مرچ،
ڳاڙها مرچ
زبان جو سڙڻ
رئڻ، واڪا
"پاڻي، پاڻي-"
اڌ درڪُليل
اکهاڙو هٿ وڌيل،
ماءُ جو
ٻاهر نڪتل
فرج جي ڀي بوتل
ءِ دڙڪو
"چُپ ڪري ويهه
اسان اچون ٿا-"
ٻارڪي ڏڪر
جهوٽا، ننڊ-
سياڻي،
پهرين جون
ٻارن جو عالمي ڏينهن-
---
عيد جو ڏينهن
پنج ٻار
ڏاڏا پيارا
قرض تي ڪپڙا
نوان نڪور

سوَ ڏينهن
ڪمائڻ جا
هڪ ڏينهن
ڪپائڻ جو
پوءِ به
ماءُ جي پيٽ ۾
وڪڙ
پيءُ جي هانوَ ۾
ڀالا،
ٻار جي اکين ۾
ڳوڙها،
نڙي گهٽيل،
سڏڪا وڍيل،
چپ سبيل
ڇو ته
وڏيرن جي ٻارن کي
اوچا ڪپڙا
غريب ٻارن تي
چٿرون، ٽوڪون
سُچا، غريب، نوڪر،
ٻُڪيا، اڻ سڌريل-
ٻار جو ضد
اهڙا لڙا ڏيو،
ماءُ جو آنو
وٺي ڏينس
پيءُ پريشان

متو خراب
پادر، موچڙا
بُجا، گاريون
زال کي،
ٻارن کي-
خير جو ڏينهن
لنگهي ويو-
رات ٿي وئي
سياڻي،
پهرين جون
ٻارن جو عالمي ڏينهن.
---
مڪمل بلئڪ آئوٽ
"قومي" گيت
ريڊئي جي يونڪ
جهيٽا اعلان
ڪڏن ۾ هليا وچو
بمباري ٿيندي
ننڍ پيل پٽ
ڊڪندڙ ماءُ
ڪڏ ڏانهن ڊوڙ
سيني سان لڳل ٻار
آسمان ۾ زوڪاٽ
ٻارُ ٻه اڌ
هڪ اڌ
هڪڙي هٿ تي

ٻيو اڌ
ٻِئي هٿ تي
شاديءَ کانپوءِ
پهريون دفعو
ٻچڙيوال ماءُ
هٿن تي
رت جي ميندي رچائي....
هڪ سچي رات
ٻه اڌ ٽيل ٻار
۽ سو ٽڪڙ ٽيل ماءُ
سياٽي پهرين جون
ٻارن جو عالمي ڏينهن
---
ننڍڙا هٿ
مُکون، ڇهنڊيون
نرم ۽ ڏاڍا ڏک
بابو ڪٿي آ
بابو ڪٿي آ
ماءُ جو ڪنڌ هيٺ
ساهه گهٽ
هنج آلي
ڪو به جواب نه-
ٻارن جي ڪُٽ ڪُٽان
مکون، ڇهنڊڙيون
سوٽيون،
بابو ڪٿي آ

بابو ڪٿي آ
ڇپن ٿي ڇپن ۾
طلاق ڏئي ويو!
طلاق ڇاهي؟
بابو ڪٿي آ
بابو ڪٿي آ
مُڪون، ڇهنبڙيون
سوٽيون، گاريون
بابو ڪٿي آ؟؟
ماءُ جو هانوُ
ڇيهون ڇيهون
پاڻ کان نفرت
مڙس کان نفرت
تقدير کان نفرت
ٻارن سان پيار
بابو ڪٿي آ؟
بابو ڪٿي آ؟
پٽ، مونکي
ڇڏي ويو آ-
پر اسان کي ته
نه ڇڏيو ٿئين!
ٻڌاءِ ته بابو ڪٿي آ
مڪون، ڇهنبڙيون
سوٽيون، گاريون
ٻُجا-
ٻارن جا ڪچڙا هٿ

هٿن ۾ سور،
ٽَڪَ، ٻانهون ساٽيون
سَهڪي، سَهڪي
ننڍ پيل ٻارُ
ماءُ جاڳيل
اندر ۾ ولوڙ،
اڳٽ ۾ لڙڪي مران؟
ڪوهہ ۾ ٽپو ڏيان؟
اڪ جو کير پيان؟
ڪاڏي وڃان؟
برَمنهن ڪيان؟
پر ٻارن جو ڇا ٿيندو!
رات،......
اکين ۾ گهاريل
ڏينهن جو
سوجهرو اپريل-
عورتن جي
عالمي سال
ڪانپوءِ
اڄ پهرين جون
ٻارن جو عالمي ڏينهن-

---

ٻارن جي عالمي ڏينهن جون مختلف تاريخون رهيون آهن، ٻارن جو عالمي ڏينهن 20 نومبر بہ آهي تہ پهرين جون تي بہ ڪن ملڪن ۾ ملهايو ويندو آهي

# شادي

هي راهون اهي ئي ته آهن
هي چارا چريا ڪو نه ٿيا هِن-
هي ڏڱ پيچرا، ڳس ڳهٽيون
هنڌ پيٽيون ڏين شاهديون ٿيون
ته تون ۽ مان هتي
ڪنهن اڃاٽي، ڏکي، جوءِ ڳولهڻ لئه
نڪتا هئاسون-
هي راهون اُهي ئي ته آهن
جتي تو چيو هو ته چاهت جي چارن تان
ڪندن کي ميڙي
رتوچاڻ پيرن کي آٿت ڏيڻ لئه
ڏکي جوءِ، سولي ڪرڻ لاءِ لوچيون-
انهيءَ راهه تي اڄ
زنجيرون وڇايون پيون هن
۽ سرنگهون هن پوريل
۽ تون ٿي چوين،
اڄ ته شادي ڪري
ٻار پئدا ڪريون!!!

--------

# Rainfall in karachi

ڪالهہ صبح کان
مينهن پيو آ
هڪڙو منٽ بہ بيٺو ناهي
سياري وانگي
جهوڪ ٻڌي
ڪري پيو آ -
ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ بند ٿيا
ويٺا آهن
ڪارُن وارا
هاڪس بي تي آهن-
ڦتڦتين تي گهمندڙ
ڪنگلا ويچارا
سائلينسر ۾ پاڻي پوڻ جي ڊپ وچان
گهر ۾ ڪُهڙ هنيو
ويٺا آهن
۽ درين مان ويٺا ليئا پائن،
تہ من ڪو
مينهن ۾ وهنتل سهنتل
درشن ٿئي
باقي ماڻهو
گهر جي آڳر کي ئي ڪا

هل پارڪ ڪري
اتي جو اتي ڦري رهيا آهن-
هڪڙا ماڻهو
ڏاڍا خوش ٿيا آهن
جو ڏاڍو مينهن پيو آهي
۽ مهمان تائي
جيڪو جاتي آهي
سمهي پيو آهي-
هڪڙن تي اڄ قيامت آئي آهي-
سِڪي سِڪي
۽ پِني پِني
جن واجهه وجهي
پهريون پروگرام
ٺاهيو آهي
سي هوندي، اڻ هوندي جو
ويٺا سور پيين-
مينهن برابر جاري آهي
بجلي جي اک ٻوٽ به
جاري ساري آهي-
بجلي بند ٿيڻ تي آهي-
اوسي پاسي وارين
گئلرين ۾
ڪيئي ڇوريون
(جن لئه شاهوڪاري

بوريت آهي)
ٻاهر نڪري آيون آهن-
فرسٽيٽ آهن
جديد آهن
نوان جن جو مذهب آهي-
ڇڙواڳي ايمان
۽ جنس خدا-
سيڙپ جي آزاديءَ جون
متواليون آهن-
سهٽيون آهن-
ڪپڙا پائڻ چاڻن
وهڻ اٿڻ جو ڍنگ اٿن
انگريزي ڳالهائيندڙيون آهن-
مذهب کي نہ مڃيندڙيون آهن
ڪڪ کٽي پيٽو بہ نہ ڪنديون آهن
انگريزي اولاد ٿي لڳنديون آهن

----

بجلي موٽي آئي آهي
ڇوڪريون، اندر
ايئرڪنڊيشنر کولي
لڪي وڃي ويٺيون آهن-
مينهن جو پروگرام الائي ڇا هي؟
ڪيترن ٿي گهرن ۾
مرچ آهي تہ لوڻ ناهي-

اتو ڀڳو پيو آهي
ڪا نَڪانگري ٿئي
ته سُکي پوي-
رستن تي پاڙي ٿي پاڙي آهي
بسن وارا به پنهنجيءَ
مرضيءَ وارا آهن
رش لڳي پئي آهي-
ڏهاڙي تي بيٺل
گهر ۾ واڙيا ويٺا آهن
راشن هوريان هوريان
کپندو ويندو آهي
پوءِ ڇا ٿيندو
ڪنهن کي ڪا به خبر نه آهي-
پاسي واري بنگلي جي
پٺين دريءَ مان
ٺهيل ٺُڪيل
ڪاڏي ۾ شربت وارا ٿن
هر هر ڪري رهيا آهن-
هو وري تيار ٿي
نڪتا آهن
گهمڻ گهتڻ ۾
ريني ڊي انجواءِ ڪرڻ-
اُپ تي رڳو
لس ليٽ لڳي پئي آهي

ڪو بہ رنگ ناهي
آڪاش ڀُسو ٿي پيو آهي-
ڌرتي سُهڻي ٿي پئي آهي-
وڻن جو رنگ کُلي پيو آهي
هوا مان ڌوڙ بہ ڌوپي وئي آ
هرڪو سهڻو چهرو
ڪئميرا کي اکيون هڻي رهيو آهي
انڊلٺ اڀري آئي آهي
ست رنگي مينهوڳيءَ ۾
هڪ ڪانوُ
ڪوماڻو
ويٺو آهي-
ڏاڍا ٿو ايلاز ڪيانس
پنائي وانگي رشوت باسي
اٿي مانس
پوءِ بہ ويٺو آهي
هي ڪانوُ بہ ڪوئي
ڪافر آهي
ان رومانٽڪ آهي-
اُڏي تہ جيڪر هوءَ اچي!
آءُ بہ ويٺو آهيان
موسم جو رومانس ڏسڻ لئہ-
مينهن ڪري پيو آهي-
ويٺي ويٺي ڏينهن لنگهي ويو آهي
ميرو سج

لهي ويو آهي
ڪرن پويان-
هيرگهلي پئي آهي-
اوپرڪان هڪ
ڏوتل پوتل چنڊ ڪڙي پيو آهي
چانڊوڪيءَ جا ڪرڻا،
مَينهن جي پاندارن جان
ٽمي رهيا آهن-
رات کي ننڊ وٺي وئي آهي-
آءُ اڃان واجهايان وينو
سوچيان وينو-
حَبَ ندي جي
پيٽ ۾ وينل ماڻهو
ٻوڏن ۽ برساتن ۾ لڙهندڙ
ماڻهو
مينهوڳي ۽ رات ۽ چانڊوڪيءَ جي
سونهن کان عاري هوندا
باغي هوندا-

---

# پريم پتر

پوسٽ مئن بہ ڪڏهن تہ ڏاڍو پيارو لڳندو آهي
۽ ڪڏهن ڪڏهن هو بند لفافي وانگي هوندو آهي
جنهن ۾ تنهنجو
ٻئي ڪنهن ڏانهن لکيل ڪو خطڙو
مونکي ملندو آهي،
جنهن لئہ آئون
جنم جنم کان
پوسٽ مئن لئہ
واجهائيندو آهيان
تہ ڪڏهن تہ منهنجو ڏرڪڙڪائي
۽ بند ٿيل لفافو
هٿ ۾ ڏيئي وڃي-
جنهن جو آئون
شيو ڪرڻ کان اڳ ۾
۽ چانهہ پيئڻ کان پهريائين
سگريٽ دکائي
کولي ويهي هر هر دور ڪريان
۽ ڏسان تہ منهنجي پريت جي
لاش مٿان تون

ڪهڙن لفظن جي تي ڪفني چاڙهين......
اڄ جڏهن هي بند لفافو
مونکي پهتو آهي
جنهن ۾ تنهنجو
ٻئي ڪنهن ڏانهن لکيل هڪ خط
مونکي پهتو آهي،
۽ مون شيو ڪرڻ ڪان اڳ ۾
۽ چانهه پيئڻ ڪان پهريائين
سگريٽ وانگي دل کي دکائي ڪوليو آهي
تنهن ۾ آئون ڏسان ٿو وينو
تنهنجن لفظن
منهنجي پيار جي لاش مٿان
هي ويڙهيل غريب ڪفني
ڦاڙي اڇلي آهي
۽ پوسٽ مئن هليو ويو آهي-

..................

آءُ وري هڪ ڀيرو ويهي
ٻئي ڪنهن ڏانهن لکيل هي تنهنجو
خط پڙهان ٿو
۽ هڪڙو لمحو سوچان ٿو
آءُ اهو ئي آهيان شايد
جنهن ڏي خط لکي ٿو شايد
منهنجي نالي پوسٽ ڪيو-

۽ پوءِ هڪڙي لمحي خاطر
آءٌ وري هي سوچڻ ويٺو
جي مان ساڳيو اهو ئي آهيان،
جنهن ڏي تو هي خط لکيو آ
تہ مونکي خط مليو ئي ناهي-
مونکي شايد هي جنم پڻ
پوسٽ مئن لئہ ڏسڻو آهي
(جيڪو ڪڏهن تہ ڏاڍو پيارو لڳندو آهي
۽ ڪڏهن ڪڏهن هو بند لفافي
وانگي هوندو آهي)
تہ ڪڏهن تو منهنجو درکڙڪائي
بند لفافو مونکي هٿ ۾ ڏئي وڃي
جنهن ۾ تنهنجو
پئي ڪنهن ڏانهن لکيل ڪو خطڙو
مونکي ملڻو هوندو آهي-
سوچان ٿو
هن خط کي قاري،
تيلي ڏيئي، ساڙي رک ڪري،
ڪنهن ڪوري ٿانوَ ۾ بند ڪري
سنڌوءَ جي لهرن ۾ لوڙهي
جيئري ئي دلجاءِ ڪريان
تہ آءٌ مري ويو آهيان
۽ منهنجي خاڪ سنڌوءَ کي

پهچي ويئي-
۽ پوءِ خيال متي سوچان ٿو وينو
هن ئي خط جي ڪفني چاڙهي،
دل جو لاش اماڻيان توڏي
تہ تون ئي ان کي ساڙي رک ڪري،
ڪنهن ڪوري ٿانوَ ۾ بند ڪري،
سنڌوءَ جي لهرن ۾ لوڙهي پڪ ڪرين
تہ آءٌ مري ويو آهيان،
۽ ٻئي ڪنهن ڏانهن لکيل
هي تنهنجو خطڙو
ڪنهن ٻئي کي ڪين مليو آهي-
۽ پوءِ تنهنجو
ٻئي ڪنهن ڏانهن لکيل هي خطڙو
جيڪو مونکي پهتو آهي
ويڙهي سيڙهي، موٽائي ٿو پوسٽ ڪريان،
۽ سوچان ٿو
شيوِ ڪرڻ کان اڳ ۾
۽ چانهہ پيئڻ کان پهريائين
تہ مونکي نئون جنم مليو آهي
جنهن ۾ ڪنهن ڏانهن خط نہ لکندس
جنهن ۾ ڪنهن جو خط نہ پڙهندس-

--------

# ماڻهو!

ماڻهو ڇا آهي؟
جيسين جيئرو آهي
ساهہ جي
اڄ وڄ آهي-
موت، اصل ۾
ڪا شئي ناهي
مادي جي هڪ
بدليل صورت آهي-
يادون جيئرون
رهنديون آهن
مرنديون ناهن
امرتي ويندون آهن
ڇوتہ شعور بہ
مادو آهي
جنم جنم ۾
صورت بدلائيندو
جيئرو رهندو
ايندو آهي.

--------

# انقلابي

اٽانگو،
ڏکھو،
پيچرو ور وڪڙ
قدم
دل جي رفتار جان
وچڙندڙ
- تڏا ساھ
جھاڪن ۾،
ٽٽندڙ ۽ ھلندڙ
اڪيلو،
اڀرو
۽ اٽموٽ
اڳتي ٿو وڌندو وڃي-
پٺيان موت،
نڪ ۾ ناڪيلي ۽ ان ۾ رسي
جھليل ھڪ ھٿ ۾
ٻئي ھٿ جي،
ڪوليل ترِيءَ تي
املھ سِرُ
سينگاريل
مھا گيان وارو

وجي ٿو
الائي ته ڪاڏي پنهنجي ڏيو
حياتيءَ جي هر سُک ڏک کي.....
پنهيان تيز رفتار
ڏوڪڙ ۽ بنگلا
سڳنڌ سونهن واريون
ڪنواريون ۽ ڪارون
ٻنيون ڪارخانا ۽ عهدا
وجي ٿو
سڌو نڪ سامهون
نه ڪنڌ ٿو ورائي
نه لوٽو هٽي
چون ٿا چريو آ
سچائي نٿو
ته ناٽي ۾ آهي نشو
۽ سرهاڻ سان مهڪندڙ
ڇوڪريءَ کي چمڻ ۾
آ ڪيڏو مزو
پگهر ۾ ٽيل شل
قاتل لٽا
هر هڪ وار هيٺان زخم......
جي موٽي اچي،
ويهي وسڪي پيئي
ته سڀ سور جيڪر

وساري وهي-
ڇريو آ،
سياڻو هجي ها
ته ٺاهي ها ڏوڪڙ ۽ بنگلا
ستابو ۽ سکيو هجي ها-
جنوني ۽ جذباتي آهي-
اڄهو ٿو ڪري
پلا ٿڪ، اوڇاڳو ۽ زخم هيڏا
قتيل دل جي رفتار
ٿاٻا ٻه ڪائي جي هلندي
ته منهن پر وجي
نيٺ ڪرندي-
اڃا ٿورو ڏسندا رهو-
ڪريو، چاڻ ڪريو،
اڄهو ٿو اڃي
پيرين پئي
سڀ ڪان معافي گهري-
اٿانگو،
ڏکهو،
پيچرو ور وڪڙ
قدم دل جي رفتار
جان وڇڙندڙ-
اڪيلو، اڀرو
۽ اٺموٽ

اڳتي ٿو وڌندو وڃي-
۽ ڌرتيءَ جي گولائي
سوڙهي پئي ٿيندي وڃي
...............
هيءُ هڪ هنڌ بيٺل
عقل جا انڌا
نہ ڄاڻن تہ چپ چاپ ۾
هي ايندو
ڀنيان ئي ڀنيان
ڪو راتاهو ڏيندو-
هي ڌرتي رڳو گول ناهي
پر جيئري بہ آهي
هي ڌرتي اهڙي ماءُ آهي
جا پنهنجن ٻچن کي
لڪائي، بچائي ۽
انڊرگرائونڊ
پڻ رکي سگهندي آهي

---------

# سنڌو

اُجايل لڱين تي
اي سنڌو ندي
هلي آءُ
توکي ڏيان جسم جو مان
نپوڙي سپوڙي
سموروئي رتُ سَتُ
نہ ڊاپي سگهين جي
تہ گرڙي ڪري چڏ
ڏکن ڏوجهرن کي
ڏئي ڳيت لاهي ڦٽو ڪرنڙيءَ پر،
تون اجگر آن سنڌُو
تون مستيءَ ۾ ايندينءَ
تہ موٽائي مون کي ڏجان
سموروئي رَتُ سَتُ
مان تنهنجي ڪنڌيءَ تي
مُهين جي دڙي جيان هان ويٺو
ڀلي جان اچي مونکي برباد ڪر،
ڀلي جان اچي مونکي آباد ڪر-

--------



تون چوين ٿي
تہ آءٌ سنگدل هان-!؟
توکي شايد
خبر نہ آ جاني
مان تہ چاهيان ٿو
رڳو ماڻهو چو
هي جڳ سارا
هوندَ ميڻ ٿين-
اڪ جي شوخي هر
اڏامي وڃي-
ڪنهن بہ پٿر
سان پيار
ٿي نہ سگهي.....
آءٌ ۽ سنگدل
هي ممڪن نا
ياد ڪونهئي تہ
تنهنجا سور سٽي
آءٌ هڪ ڏينهن
روئي ويٺو هئس-
تو ٿي پرچايو
پنهنجا سور ڇڏي
آءٌ سڀ سور تنهنجا
پيئندو ويس-

پر جڏهن اڄ
تون ٽڳڙيون پائي
اڌ اگهاڙي ٿي آڏو
بيٺين آن
مون تڏهن عشق کان
آ توبهہ ڪئي
ڇو تہ هي پيار منهنجو
ڪنهنجو ٿيو
انگ ڪيئن تو
ڍڪي سگهي جاني!
مون تڏهن عشق کان
آ توبهہ ڪئي-
تون ڇوين ٿي تہ
آءٌ سنگدل هان؟!!

--------

# ڪراچي

ڪئڊلڪ ڪار
بنگلي جو ڦوهار
ايئر ڪنڊيشنر
سنگمرمر جو گهر
جهرمر جهرمر لان
اليڪٽرڪ گٽار جي تان
نيرو سئمنگ پول
پورو مئٽروپول
مزدور ٺاهي
سرمائيدار ۽ ڪتو واپرائي !



سَرَنسرڻ،
چِٽ ڀڄڻ،
اُتر لڳڻ،
چنڊ ڪڙڻ،
سڪ لڳڻ،
ڀٽائي پڙهڻ،
ٻاڪ ڦٽڻ،
ماڪ پوڻ،
ٻيج ٻنيءَ،
سات ٿيڻ،
مينديءَ لڳڻ،
لانئون لهڻ،
ڪنوار ٿيڻ،
گهوٽ ٿيڻ،
۽ شهيد ٿيڻ،
هي سڀئي ڄڻ
سونهن اسم جون فعلي صورتون آهن-

--------



سورهڪ جاءِ تي هجي
تہ ڪٿي صبر ڪجي،
تنهنجو هڪ گهاءُ هجي
تہ ڪٿي شڪر ڪجي-
من منهنجي تہ اڄ ٻڌي ئي نہ ٿو،
ڪوڙ سمجهايو اٿي مانس
دلاسا ڏيئي
پيار سان
چڙٻ ڏيئي
هار ميجي،
پوءِ بہ تڙقي ٿو،
روئي ڳائي ٿو،
پوءِ بہ چئي ٿو تہ
آءُ پريت ڪريان
پوءِ بہ چئي ٿو تہ
آءُ سُور سهان
پوءِ بہ چئي ٿو تہ
آءُ جيئرو هجان
۽ چپ نہ رهان-

--------

# ڪاري

منهنجي ذات کي
ڪاري ڪوٺي
انڌيءَ مڙسيءَ
واري غيرت آٿي
جيڪو وار ڪرين ٿو-
خبر اٿئي
سو
خطا ٿيئي ٿو-
منهنجي ذات برابر
ننگي آهي
پر سچ بہ تہ
ننگو آهي-
منهنجي دنيا
جنهن تي
ڪوڙا، ڪنا، ڪوجها-
پاڇا جهولائي
جا ههڙي
جُٽ ڪئي ٿئي
منهنجي ذات

انهن کي ميڙي
آرانييءَ سان ساڙي
جڳ تان پردا لاهي
ننگو ڪري ٿي
سچ چوي ٿي-
سچ کي تاڙي
انڌيءَ مڙسيءَ
واري غيرت آڻي
جيڪو وار ڪرين ٿو
خبر اٿئي، سو
خطا ٿيئي ٿو
خطا ٿيئي ٿو-

--------

# Abstraction

سوچيندي سگريٽ سڙي ويو
دونهون لاٽ ڪري گم ٿي ويو
رستي تي رڪشائون رڙنديون
ڇتڪتائي مان ڏوڪينديون
ٽنگو ٽالي وقت کي گهلي وٺي ويون-
گهڙي پلڪ لئه ڪارو دونهون،
منڊيءَ نچڻي وانگي
ابتيون ڦيريون پائي
پولارن جي پيٽ ٻڪئي ۾
هضم ٿي ويو-
ويندڙ رڪشائن جي ڦرندڙ ميٽر وانگي
وقت جو ڪانٽو ڦرندو ويو-
مون هيڏي ساري،
ماڪوڙين جان چرندڙ پرندڙ
شهر جي هر هڪ
ماڻهوءَ کان هڪ سوال ڪيو-
وقت جي ديوي اغوا ٿي وئي
ڪجهه ته ڪريو-
پولارن مان
ڪن جا پڙدا ڦاڙيندڙ پڙلاءُ پيو
چريو ٿيو تون چريو ٿيو تون پٿر هڻو
مون گيدي مان سگريٽ ڪڍي،
تيلي ٻاري،
سوچون ساڙي،
پولارن ۾ گهوري گهوري
ڪش هنيو-

---------

# سوال....

شايد تو هو
پل ۾ ليٽيو پاتو-
پر مون تہ انهيءَ تي
پوري رات
پئي سوچيو هو-
مونکي ڪوئي چاهي ٿو
آءٌ بہ ڪنهن کي
وٺي سگهان ٿو-
مونکي هتڙي
رهڻو آهي-
توکي حاصل ڪرڻو آهي-
پر اڄ جو تون نہ ٿي سڃاڻين
مان ڇو سمجهان،
زندگي اجائي آ-

---------

# طلاق

گلابي بدن تي
وڳو سائو پاتل
نرڙ تي
ڊٺل تلڪ سرمي متان
چنڊ تارو ٿهيل-
تون سهڻي تہ شايد
لڳين ٿي هينئر
پر دل منهنجي تہ
وَسِ منهنجي ۾ ناهي
هوءَ سوچن جي سرپاٽ
تي ڪن ڏيئي
جذبن جي دوکيءَ مان
نڪري وئي آ
وهائي گهڻو رت
ريتي تي پئي آهي شايد-

--------

# آزادي....

منهنجي هٿ ۾ پگھل قلم
منهنجا گيت هٿين خالي--!
سج لٿي کو وقت ٿي ويو آ--!
منهنجا ساٿي سڀ سمهي پيا-
مونکي ننڊ اچي ٿ سمهان-
ڊرتي کهڙا ويڙ سهان-
جاڳان ٿو پيو ۽ تارن جي
ڏنڌلي ڏنڌلي پاڇن ۾
ڪنهن جا پيرا ڪين ڏسان ٿو--!
لاٽ اجهاٽي واٽ آ اونده
هيٺ مٿي اوساٽ ڏسان ٿو--!
ٿي وئي آس نراس سين جي
آزاديءَ جي ديوي اڄ
قاتل آ، ست ڪوٺن ۾
منهنجي هٿ ۾ پگھل قلم--!
منهنجا گيت هٿين خالي!
دل ٿي چئي اڄ
اوچي ڪوٽ جي ديوارن سان
سر ٽڪرايان-
مٿو ڦاڙيان-
من ڪو پٽ جو چٽر لهي--!
۽ آئيندي جو ڪوئي ماڻهو
هيئن چوي--
اوچي ڪوٽ جي ديوارن جو چٽر لتل آهي
پنهنجو ماضي
پوتر آهي، روشن آهي--!

# اُجالا، اُجالا

اڙي زندگيءَ جي تقاضا جا دشمن
هي جيون آ ڏڙڪن
هي ڏڙڪن آ جيون
تون ڇاڇا بہ سوچين
تون ڪيڏو بہ لوچين
هي دنيا جو دستور ڦرندو ئي رهندو
تون دنيا جي ڌارا کي روڪي نہ سگھندين
هي جيون جوالا
جي ڦاٽي تہ ڏسندين
اجالا، اجالا، اجالا، اجالا.

--------



اڃا رات آهي
اڃا رات جي تات وڌندي وڃي ٿي
اها رات ڪاري
اهي وار ڪارا
پرينءَ نيڻ ڪارا
نيارا نيارا
پيارا پيارا
نہ مان آهيان ڏوهي
نہ تون آهين ڏوهي
اهو راز آهي
جنهين کي ڪو سياڻو
نہ سمجهي ٿي سگهندو
انهيءَ کي ڪو مدهوش ماڻهو اياڻو
پروڙي ۽ سمجهي
نچوڙي ۽ پرجهي.

---------



هوا جا جهونٽڙا ٽا سانت ٽوڙن
منهنجو من اڄ اپاٽڪو ٿو ٿئي
ڪونج ڪَرڪي ٿي
ڇهنڊڙيون ٿيون پون
ٻار روئي
ٻه هٿڙيا سوٽا لڳن
آسري ونڊ ڪنهن ٻه اکڙيءَ مان
گونگا ڳوڙها ڳڙن ٽا
ايئن ٿو لڳي
منهنجي ڌرتي تي اڄ ٽا ٻم لڳن
آءٌ پنهنجي اپاٽڪي من کي
ٿورو آٿت ڏئي ڪيڏا يان ٿو
آسري ان ۾ ويهي سوچيان ٿو
ڏاڍ جا هي ڏکها ڏکها پاڇا
ٿورڙي دير ۾ لڙي ويندا-
امن ايندو
نہ ڪوئي روئيندو
امن ايندو
نہ ڪوئي روئيندو.

---------

# اصلاح معاشره

سيٽيون،
زيلون
”بيهي رهو....
هيءَ ڇا ٿيئي؟“
”پيڻ!“
”ڪوڙ ٿو هڻين
هيءَ رنڊي آهي
۽ تون يڙوو آهين.“
”سائين!
خدا جو قسم!!“
”بڪواس بند ڪر،
وِهو گاڏيءَ ۾“
رات جو روح
پاءُ هڪ ڪوليءَ ۾
پينڻ ٻيءَ ڪوليءَ ۾-
ادي، مِني ٻه ماٽ،
مُني ٻه ماٽ
ڪير ٻڌندو
بس ڪري گذار
..................
”اڙي ڏاڙهي ڪوڙَ
نماز پڙهين؟“

”سائين نہ.
گنهگار آهيان
پيا بہ تہ کوڙ
نماز نہ ٿا پڙهن.“
”حج ڪيو ٿئي؟“
”نہ سائين،
طاقت ڪانهي،
هڪ ويلو وهان
هڪ ويلو کاوان.“
”گهر ۾ قرآن شريف اٿئي؟“
”سائين نہ،
اڻ پڙهيل آهيان
غريب آهيان
اجاڪڻ بہ ڪا نہ
ٺهرائي اٿم-“
پلا واڻين سان
ڇو اٿين ويهين؟
”سائين.
ابن ڏاڏن کان
گڏ رهون،
مرڻي پرڻي
ڪم اچون
هڪڙي ٻولي ڳالهايون
ساڳيو سوچون-“
”هي مسلمان ناهي،

مرتد ٿي ويو آهي-
نالو مسلمانڪو
ظهرتيل
هي مرتد آهي
۽ مرتد جي
سزا آهي
سنگسار ڪرڻ
ويهه گاڏيءَ ۾!"

......................

اڙي، هيڏو سارو
ڪارخانو ٿو هلائين،
مزورن کي پگهار
نه ٿو ڏين؟
"سائين،
هي حرامي آهن،
ڪم نه ٿا ڪن،
پئداوار گهٽائي
ڇڏي اٿن.
رڳو نئشنلزم
سوشلزم ۽
سيڪيولرزم جا
نعرا ٿا هڻن
اسلام کي گاريون ٿا ڏين.
حڪومت جا مخالف آهن

آءٌ زڪوات ڏيان
مسجد ٺهرايم
مدرسي ۾ چندو ڏنم،
ميلاد ڪيم،
گهر وارن کي
حج تي موڪليم
ڪارخاني مان
نقصان ٿو پويم،
سرڪار امداد ڏئي
ته مزدورن کي
پگهار ڏيان."
"اچا، ٺيڪ آهي،
هي چيڪ وٺ،
هنن ڌرين کي
سيڪٽ لاءِ
جيل موڪلي ڇڏ-
قائد اسلام، زنده باد
قائد اسلام، زنده باد-"

---------

zia era



سج جڏ ہي لٿو آ سانجهيءَ جو
جڏ ہي پاڇا لڙي ويا آهن
جڏ ہي سنجهو ٽري ويو آهي
جڏ ہي ٽيڙو ٽڙي پيا آهن
مون ڏٺو آ هن کي چارن ٽي
هيکلي، هيسيل ۽ خوف وچان
ڪنهن طرف جونءَ پير ويندي آ
ويندي ويندي ڇپن ۾ ڇوندي آ
مس مُئي رات موٽي آئي آ-
پر جڏهن ماڪ پئجي بس ٿي ٿئي
ڇٺونپڇون ننڊ مان اٿي ٿي پئي
جڳ تي نيراڻ ڇائنجي ٿي وڃي
تنهن مهل پوئين پيرين موٽي ٿي
تڪڙي تڪڙي ۽ برانگهون هٽندي
چوطرف واجهہ وجهي پڪ ڪري
ڏگ ڇڏي پير لڪائي ٿي ڀڄي
تون پڇين ٿو تہ هيءَ ڪير آهي
آءٌ چوان ٿو تہ جڳ جي ڀيڻ آهي-

--------



تنهنجي نازڪ
چوٽي نڪ ۾
سوني ڦلڙي
ڪيڏي جيڪر
سونهن ڪري
دل ٿي چاهي
پورهيو وڪڻان
پگهر ڪيپايان
تو لئہ
ڦلڙي آڻيان
پر ڪو
پورهيو پگهر وٺي
ڏوڪڙ ڏئي
پرڪو
پورهيو پگهر وٺي
ڏوڪڙ ڏئي.

--------



هڪڙو ڀئي کي چوي ٿو
ظلم نہ ڏس!
ٻيو چوي ٿو
تہ تنهن ۾ منهنجو ڇا؟
هڪڙو ڀئي کي چوي ٿو
پل پيو چئي
ٽيون چوي ٿو
تہ تنهن ۾ مُن جو ڇا؟
آءُ پنهنجيءَ قلم کي ڇڙٻ ڏئي
جان پڇان ٿو،
تہ باقي تنهنجو ڇا؟
هو چوي ٿو،
تہ مونکي پيٽ نہ آ
هو چوي ٿو،
تہ مونکي ٻک نہ آ.

---

# بلوچ گوريلو...

اڇي پني کي
اکيون ڦاڙي
گهوريان ويٺو-
نظر نہ ايندڙ
لڪيل اکر-
۽ ابتا سبتا
اندر چيري
نڪري ايندڙ
حرف ۽ جملا-
اکيون اکين ۾
ڏيئي منهنجي
مُڏي قلم
۽ گونگي من کي
گاريون ڏيئي
الرون ڪن ٿا-
اکيون چنيي
۽ ويجهو ويهي
وري ڏسان ٿو-
ريٽي رت جون
ڳاڙهيون ڦهنگون
اڇي پني جي
اجري من مان

طعنا ڏيئي
جلهون ڪن ٿيون-
تن جي پويان
چيريل چچريل
مشين گنن سان
گهايل ڪوئي
آزادي جي سينڌ وڃائي
ڳائي ويئو.....
مونڏي ڏسندي
گوليءَ جي ٻوليءَ ۾
چئي ٿو:
گيدي شاعر!
سچ چوڻ
سڪڻ جي چاهين
مونڏي ڏس.

-----

(سيپٽمبر 1974ع- بلوچستان تي
آپريشن جي پسمنظر ۾ لکيل)

--------



جيون منهنجو سر سنگيت
باک ڦٽيءَ جو
ڳائي تنهنجو گيت
لوڪ سُتي جو چيڙيم تار
اپ ۾ ڏرتي سُن ٿي ويا
تارو هڪ هڪ ٿي ڪنهن پار
غائب ٿي ويو
تارن کي مون تيز تپايو
ڪنهن ٿي سُڏڪيو ڳوڙهو ڳاڙيو
دانهن ڪئي ڪنهن هانوَ ڦٽي
هو ڪير هيو؟
پريت ڏني مون تنهنجي ميت
هانوَ ڦٽي سان
سڏ ڏنو سنگيت،
جيون منهنجو سر سنگيت
باک ڦٽيءَ جو
ڳائي تنهنجو گيت

---



منهنجي جاڳ ته جلندي رهندي
واٽون اوندهه
واٽون روشن
ڏينهن به پورو
رات به پوري
ٽيندي رهندي
مان ٿو جاڳان
جنم جنم کان
آ ڏوٽيءَ جان
دونهين ٻاري
منهنجو جيون
ڪنهن جو سونهون
ڪنهن کي ساري؟
تنهن ۾ تنهنجو ڇاهي؟
اي چنڊ چريا
لوڪ سمهي پيو
تون به سمهي پؤ.

---------



مان هي گيت نہ ڏيندس توکي
تنهنجي لئہ مون کو نہ لکيو-
نوڪ قلم جي رت ۾ ٻوڙي
پيڙا ڌرتيءَ جي مون نپوڙي
هيڏي هوڏي، پاڙي اوڙي
دانهن ٻڌي مون جوان ڪراڙي
پوکي اَنُ جو ڌوڙ ٿو ميڙي
هاريءَ اَنَ جو سور سهيڙي-
مل ۾ پورهيت لوهہ مروڙي
ڦاٽل ڪپڙا اگهڙيون چوڙي-
تنهن جي من کان ڏاڍ کي روڙي
پنهنجو جيون جوت نهوڙي
مان هي سارو سچ چيو
مان هي گيت نہ ڏيندس توکي
تنهنجي لئہ مون کو نہ لکيو-

---



رئندڙ ٻارکي پرچائڻ لئه،
ڪوڙيون ڳالهيون ڪندڙ،
ڪوڙا وعدا، لالچ خرچي،
دڙڪو سڙڪو ڏيندڙ،
پيار ۾ ٿڦڪي،
رانديڪا ۾ ٽولَ آڇيندڙ،
گهڙي پلڪَ لئه
بس ڪري جي ٻڏي سگهين-
ٻار اجا بس ڪا نہ ڪئي آ،
هوريان هوريان
چپن چپن ۾
سڏڪي ٿو پيو-
ڀنل اکيون
آليون ڀنبٽيون
ڦاٽل دوڏا
ڪروڌ ۾ ڪاوڙ
ڏسي سگهين ٿو
گهڙي پلڪ لئه،
ڪوڙا وعدا،
ڪوڙيون ڳالهيون،
بند ڪري جي ڏسي سگهين،
تہ ٻار اجا بس ڪا نہ ڪئي آ،

ٻارُ اڃا پيي روئي ويٺو
ها، پر
تنهنجين ڪوڙين ڳالهين
ڪوڙن سڏڪن،
ڪوڙن ڳوڙهن،
آزين ۽ نيزارين هڪڙو ڪمُ ڪيو آ-
هن جو ڌيان ڇڪيو آ
۽ هو تنهنجا ڪوڙا واعدا،
ڪوڙيون ڳالهيون،
لالچ خرچي،
دڙڪا سڙڪا،
رانديڪا ۽ ٽول ڏسي،
هوريان، هوريان،
سڏڪي، سڏڪي،
سوچي پيو، تہ
بس ڪريان
يا روئندو رهان.

مارچ 1977ع جي چوٿين ڪانپوءِ

---------

# چويهين مارچ 1971ع

اڄ بنگالڻ ڌي پار ڪييا
پنهنجي پٽ جي لاش مٿي!
جنهن جيءَ ڪچڙي ڇاتي ڇيهون
گوليءَ جو هي گهاءُ ڏسي
پوڙهي ماڻس جو هانو جهري ٿو
رت ۾ لت پت ننڍڙو ٻچڙو
امان چوي ٿو
اڌ زبان وڍيل اٿس
ڦتڪو ڦتڪو، نڪري نہ سڏڪو
دم ڪيئن ڏئي
ماڻس موت قبوليو آخر
رت ڇمي ڪاروٽي ويو
ان ڪان پوءِ ڪئي پار ڪُنا
ڏيءُ اگهاڙي ڏارين هٿ ۾ پيءُ ڏٺي
ڪارا لاشا، رت ڪارو، اسلام جيو
بنگالڻ جي ڇاتين سان اڄ غازين رات
ملهائي
خونيءَ ۽ انساني دشمن ميڊل ورتا
تاريخ جو ڳاڙهو ورق وريو
۽ ڇٽنگ دکي.......

هي رت جو ٽيپو سر ٽي اٽندو
ظالم! گوليون نينڌ تہ ڪپنديءِ!
بونس جون لٽيون، اڇيون کهاڙيون
ٻاڙا جون بندوقون وسنديون
بيلچن جا ڪيئي وار ٿيندا
ڳاڙهو جهنڊو اوچو ٿيندو
سالن تائين رت شهيدن جو-
آلو رهندو
رت ۾ ريهون، رت ۾ ڪيهون،
هي رت پوتر، امر رت،
هن رت جو اوتار بہ رت آ
رت جي راند رسائي منزل
تنهنجي منزل منهنجي منزل
ريتي انقلاب جي منزل.

---------

# غيرجانبدار اديب ڏانهن

وقت ڪا ٽڪ ٽڪ ڊي بيهي رهي،
وڻ جي هيءَ ڇانوَ سڪل پن جيان
ڪين ڇڻي، بيٺي هجي-
ڪنهن کي بندوق لڳي
سور نہ ٿئي،
تون چوين ٿو تہ ڪاش ايئن ٿئي!
جيئن تون ويٺو هجين،
ڪين اٿين،
ڪين وڙهين، رت نہ ڏين،
ننڊ ڪرين،
خواب لهين،
خواب اهڙا،
جو هجي خواب ئي جن جو تعبير-
تون چوين ٿو تہ
وقت ٽڪ ٽڪ ڊي بيهي رهي،
ڪو بہ توکي نہ چوي
ڪوڙ لکيو آهي تو،
تون سدا پنهنجي ئي گهر ۾ هجين،
چو راتيون رُلين،

چنڊ سان، چاهہ سان
۽ جوين سان،
تون چوين ٿو تہ
تنهن ۾ تنهنجو ڇا؟
پل تہ بيروت سڙي رک ٿئي،
ڪنهن جو ٿائيلنڊ بچي يا نہ بچي،
آءٌ سنڌي هان
رهان ٿو سنڌ ۾
آءٌ چو ڳالهہ ٻڌان ڌاري ڪا،
آءٌ چو پاڻ تي ڪنهن سوچ جا
ليڪا پايان،
آءٌ تہ اڄ ننڊ ڪرڻ ٿو چاهيان،
ننڊ ۾ خوابُ ڏسڻ ٿو چاهيان،
خواب اهڙا،
جو هجن،
خواب ئي جن جو تعبير–
تو چوين ٿو تہ خواب سچ هجن،
وقت ڪا ٽڪ هٽي بيهي رهي
۽ واچ لاهي ٿو ڦيرائين وينو
ڪانٽا ابتا.

---

# ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان

ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
گل سنگهڻ تي
بندش پوندي-
چمي گهرڻ تي
پريت ڪرڻ تي
توکي ڏسڻ تي
ڏسي جيئڻ تي
ساز ٻڌڻ تي
ٻڌي روئڻ تي
ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
بندش پوندي-
تنهنجي منهنجي
سور ونڊڻ تي
ڪن ۾ هڪ
سرڀات ڪرڻ تي
چپ چورڻ تي
ساهه کڻڻ تي
ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
بندش پوندي-
ساوڻ تي

قولارن تي
۽ ڪارن ڪارن وارن تي
ڪنهن سهڻي اڪ جي گهائڻ تي
رئارڻ ۽ پرچائڻ تي
ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
بندش پوندي-
رات ٽيڻ تي
ڏينهن ٽيڻ تي
باک ڦٽڻ تي
اوجاڳي تي
واجهه وجهڻ تي
ويني ويني رات ڪٽڻ تي
چنڊ ڪڙڻ تي
چانڊوڪيءَ تي
چانڊوڪي ۾ مڌ اوتڻ تي
ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
بندش پوندي-
جيئڻ مرڻ تي
مرڻ جيئڻ تي
جنم جنم
انسان ٽيڻ تي
پنائي پڙهڻ تي
پڙهي وڙهڻ تي

ڪڏهن ڪڏهن آءٌ سوچيندو هان
بندش پوندي-
۽ ضمير وڪرو ڪرڻ جو
ڪوئي شرط لڳايو ويندو
جيئڻ مهانگو ٿي ويندو
اٿي، ڪنڌ ۾ ڳيھ وانگي
پوءِ بہ تو سان واعدو آهہ
نڀائڻ جو
مري وڃڻ تائين.
-----

(نيپ تي بندش پوڻ واري فيصلي جي روشنيءَ ۾)

--------

## قلم گويد ڪہ من شاهہ جهانم!

وقت.
منهنجي ڪريل
هن واڇ جيان
هلندي هلندي
ٽڪ ٻڌي
بيهي ٿو وڃي-
قلم
ڪنهن بي لغام
گهوڙي جان
اڳڪٿين جون
ٻرانگهون پائيندو
ڪوڙ اڳتي وڌي
هليو ٿو وڃي-
آءٌ وچ تي
ڪنهين چوواٽي تي
واٽڙن جان
ڏسي رهيو آهيان -
قلم اڳتي ءَ
وقت پوئتي آ
آءٌ سوچان ٿو
ڪنهن جو ساٿ ڏيان
آءٌ سوچان ٿو
ڪنهن جو ساٿ ڏيان!



ايترو وقت هجي
زندگي ۾ پالهو تي
پنهنجي ٻارن کي سمهاري ننڊ ۾
دور سنڌوءَ جي ڪناري ويهي
هڪ نئون گيت لکان-
جنهن جي ترنم ۾ سنڌوءَ جون ڇوليون
ڪنهن ڪنواريءَ جي اڪيلائي جان
ڦتڪنديون لڇنديون رهن
ديش واسين کي وجي ڏونڌاڙن
ايترو وقت هجي
وقت جي وڙ واند کان واندو ويهي
هن بکئي پيٽ کي ڀوڙو ڏيئي
ڪو تہ سک جو ساهہ کڻان
هڪ نئون گيت لکان-
جنهن جي هر لفظ ۾ ڪي چنگ وڄن
جنهن جي سٽ سٽ سرود تي سڏڪي
جنهن جي هر تان من کي ڪان هڻي
جنهن جي جهونگار جيءَ جهير وجهي
ايترو وقت هجي
اڻ ڳڻيل ڳڻتين کان پاسي تي
رات جو گهوري گهوري چنڊ ڏسان
اڏ ڪنل آهہ ڪندڙ ٻين ٻڏان
هڪ نئون گيت لکان-

جنهن جي وڏ وڏ مان ريتو رت وهي
جنهن جو هر گهاءُ گلابي گهرو
ڪات جو وات وڏي ويرونئي
ديش تي ظلم جو جواب ڏئي
ايترو وقت هجي
ڪاش موت مهلت ڏئي
تنهنجي چوٽين جي ڇانوَ ۾ ويهي
تنهنجي چپڙن کي چاهه مان چوسي
هڪ نئون گيت لکان-
هن ٻڪرپوس جي زماني ۾
آشتي ۽ امن جو ساهه کڻان
گل ٽڙن ۽ ڏکڻ جي هير گهُلي
سانوڻي ۾ ٻڪي ۽ ٻيل ٽِلي
ايترو وقت هجي
ڪاش! موت مهلت ڏئي.

---------



تنهنجي روئي وهڻ سان
مان، جاني!
ننهن کان چوٽيءَ تائين
ڀڄران ٿو،
من لڇي وات ۾ هليو ٿو اچي
دل سڙي، خاڪ ٿي
اڏامي وڃي-
تنهن جي ڳوڙهن ۾ منهنجو
چنچل روح
ٻانڊ وانگي وهي هليو ٿو وڃي-
پوءِ بہ مان وائڙن جان
ويٺو هان
وقلي وقلي چوان ٿو
سُور سهي،
من جي ڪوڙاڻ ڳهي،
ڳيت ڏئي،
آءٌ توسان ملي نہ سگهندس من،
آءٌ توسان ملي نہ سگهندس من
(منهنجو ڪيسو اصل ڪان
خالي آ-)

--------



پيار جي ڪيترن
چو واٽن تي
پنهنجي من جي
صليب کي کِهلي
پاڻ کي ڏوڪڙن
جي پيرن ۾
ڏنڊ ڪرٽيندو
ڏسندو آيو هان
پيار ۾ ايٽن به ڏٺو
آهي مون
دلڙيون نيلام به
ٿينديون آهن
پيار هر چوڪ تي به
وڪيو آ
اکيون ساڳيون اڳيون
نه لڳنديون هن
ساهه جي مهڪ
هلي ويندي آ-
چپ کُلندي به
مُرڪندا ناهن،
سُور سِرجي به
ٺري ويندا هن،
گيت ڄمندي ئي
مري ويندا هن،
هي به صدمو اکين تي آ جاني!
ٻئي کهين جي اچي وچڻ
تائين!

--------



پنهنجو توکي ڏسي به
سمجهان ٿو
منهنجو ڪوئي به
پنهنجو ڪونهي-
آءٌ خود
پاڻ کي به
اڄ تائين
پنهنجي ليکي ۾
لکي ناهيان سگهيو
تون تہ ڪنهن جي به
ملڪيت ناهين
تنهنجيون اکڙيون ئي
پڌائن ٿيون پيون-
جن کي ڪوئي به
خريدڻ چاهي
سو تہ بلڪل ئي
آهي ناممڪن.

--------

# پس منظر

نظم لکي
من جي پيڙا ماري جياري
سچ چئي
پاڻ کي زهر پياري
ان جي هيٺان لکيو اٿم (ڪجهه
ڏنگين جي بند دروازن ۾)
ايڊيٽر تو چئي
بنا سِري هن نظم جي هيٺان
ڏنگين ۾
جو لکيو اٿئي-
اهو نہ ڇپجي سگهندو-
باقي نظم هلي ويندو-

---------



آءٌ پنهنجي ئي ليکي جڳ آهيان
آءٌ پنهنجو ئي پاڻ لوڪ آهيان
آءٌ پنهنجي ئي پيڙا ورچيان ٿو
آءٌ پنهنجو ئي پاڻ گهوريان ٿو-
پنهنجي من جي اداس واٽن تي
آءٌ پنهنجا ئي پيرا ڳوليان ٿو-
منزلون ڏور، ڏوڙ تيز هوا
واٽ بي رحم ڏاريءَ ماءُ جيان
چڙپ جا قرب ڏيندي خوش ٿي ٿئي-
آءٌ رڙهندي ۽ مرندي لوچيان ٿو
پير اڳتي وڌائي سرڪان ٿو
پر اجا منزلون پري آهن!
پر اجا منزلون پري آهن!

--------



عورت ذات
اصل کان
ڪاري آهي
جو تہ مرد
بي غيرت آهي......
مڙسي سهڻي ۾ ئي آهي
جيڪا ڏم کان
لڪي ڇپي
ميهر ساڻ
درياءُ ٽپي
ملڻ جُلڻ
ويندي آهي.......
ٽُڪ هجي
اُن لوڪ لڄا کي
سچ کي ڪوڙ
چوڻ جي
جنهن ۾ جرئت آهي.......
هيءَ جا انارڪزم آهي
ڀٽائي بہ ان جو قائل آهي
صوفي ازم
مُلن آڏو
واجب القتل آهَي.......

--------



ٻيلي ۾
هڪ چوواٽي تي ويٺو آهيان
چارئي واٽون
اڻ سونهين اونداهيءَ ڏانهن
سڏن ٿيون ويٺيون-
هڪڙي پاسي
ڇپرن جا آواز ٻڌان ٿو
(جن ڪان ننڍڙي هوندي
ڏاڍو ڊڄندو هوس،
جو امان هئي چوندي،
ڇپرو جاتي ٻوليندو آ
اتڙي موت اوس ايندو آ)-
ٻئي پاسي:
گدڙن جون اونايون-
جن ڪان پڻ آئون ڊڄندو هوس
ننڍڙي هوندي،
جو چور ٻه گدڙن وانگي
اونائيندا آهن
رات جي وڇڙي
ڪاٽ هڻڻ لئه،
چور سڏڻ لئه
ڪتن جي باهوڙ ٻڌان ٿو ٽئين پاسي:
شايد سوئر پوئتان آهن

جيڪي پنهنجي بچاءَ خاطر
وڄ لائيندا هوندا
۽ جيڪو اوڏانهن ويندو
تنهن جو پيٽ ڦاڙيندا-
چوٿين پاسي،
ڳوٺ آ منهنجو
جنهن ۾ ڪيئي ڏينهن ٿيا هن
ڏاڙيلن جي دارونءَ جي ڏپ
اچا نہ وئي آ-
جتان پڄي،
هت ٻيلي ۾
هڪ چوواٽي تي ويٺو آهيان-
۽ چارئي واٽون
اڻ سونهين اونداهيءَ ڏانهن
سڌن ٿيون ٻيٺيون-
رات بہ مون سان ٻيٺي آهي
ڇَپ هنيون
ڪنهن سوئر وانگي-
ڏينهن جو تارو
اپريو ناهي
شايد ماءُ جي پيٽ ۾ آهي-
پن ڇڻ جي هن آڌيءَ رات
جيئرا آهن هوا جا جهوٽا.

تيزءَ چيندڙ
سرءُ جا جهوٽا-
باقي رات مري وئي آهي-
آءٌ اجا چواٽي تي ٿي بيٺو آهيان-
گهگهه اونده ۾
چٽيل پنن کي ميڙي
هڪڙو ڍڳُ ڪري،
کيسي مان ماچيس ڪڍي،
تيلي ٻاري،
سُڪل پنن کي باهه ڏيان ٿو-
چوواٽي جون چارئي واٽون
گهڙي پلڪ لئه
روشن ٿين ٿيون
۽ پوءِ آهي
ساڳي گهگهه اونداهي
۽ مان آهيان.

---

مارچ 77ع واريون چونڊون
(اعلان ٿيڻ ڪانپوءِ)



وقت جو واءُ
ورائي آيو
چيلين جان
چڙواڳ هوائون-
پن چڻ شامون-
پيلا پتڙا
ميندي‌ءَ رتڙا
ننڊڙا هتڙا
مون ڏي وڌندڙ
موٽي ويندڙ
ڏيندڙ وٺندڙ-
ابتا سبتا
ارڏا اڏما
ڪوجها سپنا
سهڻا مهڻا
هن جا
منهن جا
ٻاروتڻ جا
ڪيئي ٻارجيان
بي ڏوهي
ڏوهي جذبا-
چا چا وقت
ورائي آيو!
سانيرڪي
ساڙيندڙ سڪڙا
ڏينيونءَ جان

ڪي چڪ وجهي
ڏنگيندڙ ڏکڙا
مونکي پنهنجي ماضيءَ جا
هي سينڍن جان
سيبائيندڙ ۽
نيندن ساڻ
نوائڻ وارا
ننڍڙا وڏڙا
ڏکڙا سکڙا
ڏاڍا پيارا آهن!
پر جڏ آءٌ
انهن کي ٻين جي
گولين جي گهاون
سان ڀيٽي
سوچان ٿو-
منهنجا سنهڙا
سکڙا ڏکڙا
گهاون مان
ڦوهارا وهندڙ
رت جي بوندن
ساڻ ملي
اڏي وڃن ٿا-
..............
سوچيان ٿو
مان گيدي آهيان
گهايل ناهيان.



دور توکان پيچڻ جي خاطر مان
ڪوڙ سارو ته پي ويو آهيان
پوءِ به اندر ۾ آنڌ مانڌ آ ڇو؟
ڪنهن نماشام جو آ ياد ڪيو!

---

منهنجي نس نس ڇلانگ ماري ٿي
منهنجو سينو اُلا ءِ اڱر ٻٽيو
لونڊڙيون زور سان ڏوڙ ٿيون لڳن
آءُ پيچندو وڃان ٿو دور اڃا
منزلون پار ڪندو توکان پري
درد جي ڏوڙ اڏامي ٿي پنيان
جيءُ جهوپا ڏئي جڏهن ٿو پڇي
منهنجي واچوڙي جهڙي وڪ جو سبب
آءُ رڪجي وڃان ٿو هڪ هنڌ تي
ڪن لنون تا اکيون ڦرڻ ٿيون لڳن
مونکي تڏ ٿي خبر پوي جاني
منهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ آ ڇو
ڪنهن نماشام جو آ ياد ڪيو.

---

ياد جي ڏنڊ کي هٽائڻ لئه
وايو منڊل سڄو مٽائڻ لئه
سڄ جهڙو وڻو ڪٽي وهه جو
آس جي لاش تي مان اوتيان ٿو

ڪيئي اڏما ۽ آهون اپرن ٽيون
جن کي ماري نپوڙي ساهہ ڪڍي
پاڻ ماري بہ جي رهيو آهيان
دور توکان پڄڻ جي خاطر مان
ڪوڙ سارو تہ پي ويو آهيان،
پوءِ بہ اندر ۾ آنڌ مانڌ آ ڇو
ڪنهن نماشام جو آ ياد ڪيو!!

---

# 20th century

اڄ بہ انسانيت
کي چير ڦاڙ-
اڄ بہ ارواح آهن
اونڌا ٽنگيل-
مسجدون ڪوس گهر
ملان جلاد-
مندرن ۾ چتا
چڙهي انسانُ-
چرچ ويهين صديءَ جو
چرچو آ
جنهن کي ڦٽندي ٿي
ٺهڪ نڪتا وڃن،
پاڻ تي،
هن صديءَ جي
هن اڌ ۾.

--------



مڌر مڌر سنگيت ڇڻي ٿي تارَن مان
جا گذري ٿي
عطر عنبر سرهاڻ لڳل هن وارن مان
ولهه ۾ چوٽي منجهه ڪپور
سرهو سُور
جو گذري ٿو
چنل ٽٽل من جي دنيا جي تارُنِ مان
دنيا مليا ميٽ ڏسان ٿو هن ڏُنَ ۾
سڪٽي بن ۾
جا گذري ٿي
ڪاريهر جان لهرهٽي ڪِن چارَن مان!

---------



تنهنجي جسم جو ڇهاءُ
ازلي پڙلاءُ !
تنهنجا ڪارا گهاٽا وار
گهاٽي نم جي ڇانوَ !
منزل ڏور !
گهاوَ بدن تي، من پروڙ
لڱ لڱ چُور-!
گهڙي پلڪ لئه ڇانوَ نهاريان
هانو ٺاريان !
اڳتي وڌڻو ٿم، سو
وينو توکي ساريان!!

---------

# فن جو دشمن

گل سنگهين ٿو
گل جي خوشبوءِ
ياڻ پوئي ٿي،
پر جڏ آءٌ
گلن جي خوشبوءِ،
موتئي جهڙن
لفظن ۾ ٿو آڻيان
بچان لڳئي ٿي-
مونکي ايئن لڳي ٿو شايد
فن جو دشمن آهين
گل جو دشمن ناهين-

---

# اندر جي ٻوڏ

ايترا ڏينهن
ايتريون راتيون
وئون وهي
ٻوڏ جي لهر وانگي-
من جي اڌمن کي آسرا ڏيئي،
ڪيترا بند پئي ٻڌم ليڪن
پورَ تنهنجا
سنڌوءَ جي ڇولين جان،
جاڳ ۽ ننڊ کي نہ ليکيندي
دل جي هر روڻ مان
ليئا پائي،
روح ۾ ڪنڊَ وجهندا پائيندا،
ويا وهي ٻوڏ جي لهر وانگي-
دل جو واهڻ
سنڌوءَ جي پيٽ جيان
هاڻ سمهيو پيو آ
سڄ هيٺان-

------

●

باک ڦٽندي
اها تہ پڪ اٿم
ان کري
سور ساھ سان سانديي
کوڙي منهن سان
نڙيءَ کان
لاهيان ٿو-
گهگهہ اوندھ
۾ گهوري
اکيون پٽي
هٿ پنڌ تي
صبح کي،
ڳوليان ٿو
ڇو تہ مونکي
اصل کان پڪ آهي
منهنجو تنهنجو
وجود ئي
کونهي-
منهنجا تنهنجا
هي سيئي سور
پراوا آهن
منهنجا تنهنجا
هي سيئي سک
اڌارا آهن-

---------

# مست اکين جو ڏوراپو

ٻاروتڻ کان
من کي اکريءَ
مهريءَ وچ ۾
ڪٽبو، ڇِلبو
ڏٺو اٿم-
ٻاروتڻ کان
هن جي مست
اکين ۾ اکيون
اٽڪائي ڪجهه
ڏٺو اٿم-
ٻاروتڻ کان
ڪيئي ڀيرا
جياپي تي
کي جُهلون آٽي
ڏند ڪرٽي
گهڻو ڏٺم-
اڄَ ڀي مونکي
پنهنجو جياپو
بکواس سوا

ڪجھ لڳي نٿو-
اڄ ٻيءِ اکيون
ٻوٽي ان کي
گھٽو ڏنم
اڄ ٻيءِ هن جي
مست اکين جو
ڏوراپو آ
ياد پيو
اڄ ٻيءِ وري
الائي ڇو آ
زندگيءَ سان
پيار ٿيو.

--------



منهنجي ڏات ڏکويل ڏاڍي
هڪ هڪ ماڻهو آڏو پنهنجو هٿ ڊگهيري
پنڻيءَ ڇوريءَ وانگي شرمائيندي
هڪڙو سوال ڪري ٿي-
هڪڙا ماڻهو مڙي ڏسن ٿا
هلِيا وڃن ٿا
هڪڙا ماڻهو بيهي هن کي گهوري گهوري
چپ چٽن ٿا
هڪڙا ماڻهو ننهن ڪان چوٽيءَ تائين
هن کي تڪي تڪي
پوءِ اگهه پڇن ٿا-
هڪڙا ماڻهو
هن کي هٿ متي تي ڏيئي
سمجهائن ٿا-
هڪڙا ماڻهو ڇري ڇئي
هڪ ٺهڪ ڏين ٿا-
هڪڙا ماڻهو منهنجي ڏات ڏکويل ڪان پيي
گهڻو ڏکويل هوندي
هن ڏي اک وڌائي
ڳوڙها آڻي
مرڪي ڏين ٿا
منهنجي ڏات ڏکويل ڏاڍي ڇوريءَ وانگي

پنهنجا خالي پلوَ ڇنڊيندي
گهر اچي ٿي
ڪَن تي هٿ رکي ڳائي ٿي
ٻڪ جون تاروُن تاڻي
منهنجي سور جي سرندي کي سرڪائي
سڪي ويل ۽ ٽوٽ هٿن جي هڪ هڪ آڱر
سان ڇيڙي ٿي-
ڏتڙيل روح سان
رت ٻڏل آلاپ اچي ٿو-
گيت جڙي ٿو-

--------

## سچ تي سِرُ ڏيڻ نہ تو چاهين!

سچ تي سر ڏيڻ نہ تو چاهين
گهر ۾ ننڍڙا صغير ٻار اٿئي
اڄ جڏهن تنهنجو ننڍڙو پيارو پٽ
ڪار جي ڦيٿي هيٺان چچريو آ
اوچنگارون ڏئي تو ٻس ڪئي آ
هاڻي سوچي ٻڌاءِ جو چاهين!
سچ تي سر ڏيڻ نہ تو چاهين!

---

سچ تي سر ڏيڻ نہ تو چاهين
تنهنجي محبوبا توکي چاهي ٿي
اڄ جڏهن ٻئي جي هٿ ۾ هٿ اٿس
تنهنجي نالي جو ڪو نہ ٿي ڄاڻي
تڙڦي تڙڦي تو ٻس ڪئي آهي
هاڻي سوچي ٻڌاءِ جو چاهين
سچ تي سر ڏيڻ نہ تو چاهين!

---

سچ تي سر ڏيڻ نہ تو چاهين
جو تہ مفلس غريب شخص آهين
اڄ جڏهن ڪنهن وڏيرڪي ٽيڪر

بي گناهيءَ جو جيل ڏيکارئي
ڪوڙ پڇتائي نيٺ بس ڪيئي
هاڻ سوچي ڀڌاءِ جو چاهين
سچ تي سر ڏيڻ نہ ٿو چاهين!

---

سچ تي سر ڏيڻ نہ ٿو چاهين
ڇو تہ دنيا هي توکي پياري آ
هاڻي دنيا ڇڏيون لڏيو ٿو وڃين
ساهہ باقي ڀہ ٿي ٻچيا ٿي وڃي
مفت ۾ موت ور چڙهيو آهين
هاڻي سوچي ڀڌاءِ جو چاهين
سچ تي سر ڏيڻ نہ ٿو چاهين!

---

# ڪيئن لڪان؟

سيرڏئي هي رت ڪڍي وڃ
پيرن هيٺان پونءِ ڇڪي وڃ
هٿ جي هڪ هڪ آڱر لاهي
ڳھڙي، ڇلهي ۽ ڇانگهي، ٿاهي
ساڄي هٿ کي نَبُ هٽي وڃ،
پوءِ چوين جيئن
تيئن لڪان-
سڄ کي هڪڙي جاءِ ٻڌي
پاڇن کي ڪو ونگ هٽي
ڌرتي تان هي ڌوڙ ٻُهاري
ماڻهن کي هڪ جاءِ وهاري
اوٻاسيون ۽ آهه ڪٽي وڃ،
پوءِ چوين جيئن
تيئن لڪان-
يڪتاري کي چپ ڪرائي
ڇيرين جو ڇمڪار گھٽائي
آوازن کي تالو ڏيئي
سڏڪن کي ڪا ڦاهي ڏيئي
ڳوڙهن جو تعداد ڳڻي وڃ،
پوءِ چوين جيئن

تيئن لڪان.
جوڀن جا سو رنگ لڪائي
ميڇن ڪي ماري ۽ مڃائي
سهڻين جي سيني ڪي لڪائي
جسم سندو احساس اڏائي
سچ سمورو ساڻ ڪٽي وڃ،
پوءِ چوين جيئن
تيئن لڪان.
پوءِ چوين جيئن، تيئن لڪان.

---------



جڳ تي ڇهڙي ڪاري رات
جنهن ڪان انڌهہ جا ڪارا پر ڦهلائيندڙ
ڪاري رات،
مون سمجهيو هو
ختم نہ ٿيندي.
تنهن تي ايڪڙ ٻيڪڙ تارن مان هڪ تاري
چمڪي چيو هو
جيسين انڌهہ جي سيني ۾
ٽنگ ڪري ڪو تارن وانگي پاڻ نہ ٻرندو
تيسين تائين سانت ئي هوندي
ايئن چوڻ سان
چمڪي تارو اونڌي ڪنڌ ڪريو هو-
مون سمجهيو هو
ڏائڻ جهڙي ڪاري رات
ڪيڏي ظالم آهي
ڪيئن تہ ڏائڻ رات اسان کي
گهگهہ وانڌهہ جو سرمو پائي
راڄ ڪري ٿي
مون سمجهيو هو
ڪاري رات
ختم نہ ٿيندي
پر هي ڏسندي ڏسندي اوڀر کي آ ڪهڙي

آڳ لڳي وئي
اوپر سارو ڳاڙهو ٿي ويو
ڏسندي ڏسندي
ڳاڙهي اوپر جي هي سرخي
اتر ڏکڻ کي اوندهه جي آڙاهن مان آزاد
ڪري
اولهه ڪاهه ڪئي آهي
هاڻ مون سمجهيو
ڇا ٿيو آهي
اُپ ته ڳاڙهو ٿي ويو آهي
ڌرتي ڳاڙهي ٿيندي
ڪاري رات هلي ويندي.

---------

# سچ ۽ ڪُوڙ

سچ! ڪيڏو نہ ڏنگو آهين تون،
توسان ياري رکي ڇڏي آ جنهن
تنهن جو لاشو گهٽين ۾ ڪينهونءَ جئن
ٺوڪرون کائي ڇيهيون ٿي ويندو-
پوءِ بہ ڪيڏو نہ سچو آن سچ تون!
ٺوڪرون کائي، ٽڏجي ڇيهون ٿي،
ماڻهپي زندگي جي راهن ۾
رڙهندي مرندي بہ سچ چيو آهي.

---

ڪوڙ ڪيڏو نہ پيارو آهين،
تنهنجا چپ ڪنهن حسين عورت جان
ڪيترا رس ڀريا ۽ پيارا هن
تنهنجي ڪجلين اکين ۾ آس آهي
تنهنجي ننگي بدن ۾ تاس آهي
تنهنجو جلوو نہ ڪنهن آ موٽايو
تنهنجو عاشق نہ ڪڏهن راس آيو
تنهنجي ڪا ميچ ڪنهن نہ موٽائي
جو بہ آيو انهيءَ جي سمجھہ وئي

---

ڪوڙ تون ڪيترو نہ قاتل آن
تنهنجي ڪوڙي جواٽي لال ڪنا
سونهن ديويون ڪنيون ۽ پارڪنا
منهنجي من جي اداس ڇانون ۾
اولڙوتي نہ ڪوڙ ايندو ڪر
ڇو تہ منهنجي ڪويتا ڪويل آ..

---

راڳ ڳائي بہ مٺي جيئندي آ،
چيٽ جڏ پي ڦٽو آ ڌرتيءَ تي،
مور مستيءَ ۾ ناچ ڪيو آهي،
ڳونچ، تاريون ۽ گلن کي گهوري،
سچ جي سونهن کي ٿي واجهائي،
سور سرڪي بہ سچ چيو آهي،
جنهن توسان نباهہ ڪيو آهي،
تنهنجو لاشو گهٽين ۾ پيو آهي،
سچ! ڪيڏو نہ ڏنگو آهين تون!

---



مون تہ تڏهين چيو هو
واعدا هي
وقت ۾ ويڙهجي
هليا ويندا-
تو چيو هو تہ
ٻئي امر آهيون
وقت جن آڏو
انڌو منڊو آ-
وقت اڄ
واٽ تي آ نڪرايو
جهورُ پوڙهو
مٽي تي ڳنڍ ٻڌل
تنهنجا منهنجا
ڪيل سيئي واعدا.

---------

# چِٽُ

سانجهہ جو ساهُ
نڙيءَ ۾ اٽڪيل
هڏڪيون، سِجُ
رت جي الٽي-
ڪارڙا، ناسڙي
پکي اڏرن،
جهنگ سُنسان
وسئن هوائن ۾
ٻارڙن
راند ڦٽائي آهي-
ڏوڙ گهٽين ۾
اجا ڪيڏي پئي-
ٻاهه چُلهہ ۾
ٽي ٻري، ماءُ
سيڪي ٽي وٺي
اوسيئڙو
پٽ ڪيڏي اچي
تہ ڪين پَلي ۾ ماني
ڏيانس تہ ڪائي سمهي-

سانجهہ جو ساهہ
نڙيءَ مان نڪري
اڌري ويو آهہ
ڇڏي اونداهي-
راتِ جو لاش
آ اوندهہ ۾ دفن،
مائُ،
چُلهہ ۾ ٿي
سَيري آرانيي،
باهہ بہ
سرديءَ ۾ ڄمي
ٺرٺي ويئي
آهي ڇڻ.

--------

# ماءُ

ماءُ جي مَمَ کو ڪري جادو
جڳ جا ڳوڙا چٽي وئي آهي
آءٌ تارن جي ڇانوَ ۾ ويٺو
هڪ- مَنو، ڪن لائي زور ڏئي
رات گذرڻ جو ڪڙڪو تاڙيان ٿو-
رات ڪاري نياڳي مَمَ وانگي
پير ڪڙڪو ڇُپائي چورن جان
ڏينهن جي ترورن کي ڏوڪيندي
اونهي ڏَرَ ۾ وڃي لڪائيندي-
ماءُ جي مَمَ کو ڪري جادو
جڳ جا ڳوڙا چٽي وئي آهي
آءٌ ڪيڏو ٻه ڦٽڪان، لوچان ٿو
ماءُ جي ڳنڍ مون ڪان ڪين ڇڄي
دل چوي ٿي ته اندپين ڇڄي
ماءُ ۾ ماءُ وارا ڳيت ڳهتيان
من کو واڪو ٿئي ڪا ڪوڪ اُٿي،
ماءُ جي ڳنڍ ڇڄي شور ٿئي.....
ماءُ تارن مان ٿمي ٻڙچيون ٿي
منهنجي تنهنجي مٿان وسي رهي آهي-
ماءُ واڇوڙو ٻڌجي، پٽر هٽي

توکي مونکي چُتي رهي آهي
مات تنهنجي ۽منهنجي اکين مان
کوسڙو ڳوڙهو ٻڌجي ٽپکي ٿي
پوءِ بہ هيءَ مات موت جهڙي آ
کو بہ آواز کين ايري ٿو-
مات جو لڙڪ ليکڙي ٿاهي
مات ٿي مات ۾ سُکي ٿو وڃي
اڄ تہ هن مات جي کا ڳنڍ پڇي ڏينهن ٽئي
اڄ تہ هن مات جي کا ڳنڍ پڇي ڏينهن ٽئي

---------

# ساروٽيون

اکيون ڀوٽي، لڪ لڪوٽيءَ
تو ۽ مان جا راند ڪئي هئي
تنهن جي مون کي سانير آهي !
تون ڀل ڇڏين وساري ڀر
تون ساڳي جهانجهر آهين !
جيسين مونکي ياد اچي ٿو
مان سمجهان ٿو
تنهنجا منهنجا جسم ها ٽڪريا
راند ڪندي
تو ۽ مون هو ياڪر پاتو
هات ڪندي
لڪ چپ، لِيلِي لاوان رانديون
جسم ڪان وڌ هيون تنهنجي لئہ
منهنجي لئہ ياڪر ڪان وڌ.
تو ۽ مان ٿي پيار ڪيو تہ بہ
روح اسا نجا آتا هئا.
گهڙي پلڪ لئہ روسامو هو
پرچڻ ڪارڻ داءُ وڏو
مان سمجهان ٿو جنم جنم ڪان
چاري هان مان تنهنجو چنڊ!
چاري هان مان تنهنجو چنڊ!

# چئلينج

رات پنهنجي هٿن سان پياري ٿي
سانت جو سور
نئون نڪور
جنهن کي ڀي
تنهن کي ٽيڙوءَ جي هيءَ ٽم ٽم، ٽم
جيءُ جهوري وري جياري ٿي-
مان ٻه اڄ حال کي پلاٽڻ لئه
زهر جو ڍڪ پريو آ يڪساهي
رات وارين اماسي اکڙين ۾
پنهنجيون ڪپائي اکڙيون پيئندو ويس
گهگهه اوندهه-کي
هي هئي چئلينج

--------

●

ماڻهوءَ پنيان پاڇي وانگر
موت اچي ٿو ڪاهيندو
ڪيرٿو ڄاڻي
ڪڏهين ايندو
ڪيئن ايندو؟
سج سمي يا انڌياري ۾
ساهه وٺي ويندو
هيءَ حياتي هيڏي ننڍڙي
هيئن وڃي
تنهن ڪان جيڪر مڙس ٿي مرجي
پلڪ پلڪ هڪ ڪوڪو ناهي
ظلم جي تارونءَ منجهه ڪپائي
نوڪي ڇڏجي
چو تہ حياتي ننڍڙي آهي!
ڪيرٿو ڄاڻي
ڪڏهين ويندي
ڪيئن ويندي؟
جوانيءَ ۾ ئي رت رڱن جو چوسي ويندي
تنهن ڪان جيڪر هار نہ مڃجي!
لمحو لمحو
گولي ناهي
ظلم جا ڦهري ڪوٽ اڏائي
مانجهي ٿئجي
امر ٿي وڃجي
چو تہ حياتي ننڍڙي آهي
چو تہ حياتي ننڍڙي آهي

# امتحان

اتر اولهہ ۾ ڏکڻ اوڀر کان
تيز طوفان منهن ڪڍيو آهي
واءُ اهڙو اٿائو آيو آ
هر سلو ڪنڌ پر ستيو آهي
واءُ واچوڙي ويڙهجي وڃي
ذات وڻ پاڙ مان پٽيو آهي
آب، اوندهہ، انڌياري نگري آ
رات جهڙو هي ڏينهن ٿيو آهي
آسمانن مان ايئن لڳي ٿو اڄ
نانگ ڪرندا يا ڪي وڇون وسندا
ڦتڪندا جيوَ ٿهڪندا لچندا
هن انڌوڪار ۾ اڙي شاعر!
آڳرين سان ڪنن کي بند ڪري
وات ۾ زور سان لٽو ڏيئي
بند ڪمري ۾ ويهي در ڏيئي–
پنهنجو ايمان بچائيئي تہ وڏو جس ڪٿيئي
پنهنجو ايمان بچائيئي تہ وڏو جس ڪٿيئي.

---



اداس رات....
هي آهون....
۽ چنڊ جو ماتم!
اڄا تہ وڏندو وڃي ٿو
اڄا ڏکو ٿيندو
خبر نہ آهہ
هتي جا ٻکيا ڍکيا ماڻهو
سمهي سمهي بہ ڪي ٿڪبا
يا ڏينهن ڀي ٿيندو؟؟
اڄا تہ پيٽ ٻکيا
ننڊ ۾ ولهوٽ سهي
لڇي لڇي بہ سمهن ٿا
پُڇي ڪُڇي نہ سگهن
اڄا تہ رات مٿانئن ٿي لڙڪ هاري پئي
اڄا بہ آهہ ڪان بس ڪئي نہ آهي منهنجي قلم
اڄان تہ چنڊ چريو وار پٽي هانوءُ ڦٽي
اڄا تہ رات جي سيني جو گهاءُ وڏندو وڃي
اڄا تہ سر آ وهاڻو
جڏهن ڪو ڪنڌ ڪري
اڄا تہ پنڌ پري آ
اڄا تہ پنڌ پري
اڄا تہ پرهہ پري آ
اڄا تہ پرهہ پري.

---



پيءُ وٽ ڪجهه هجي
هجي نہ هجي
ٻوڙ گهر ۾ پچي
پچي نہ پچي
ٻار هر حال ۾ ڪڏي ۽ ٽپي
شام جو عيد وارو چنڊ ڏسي
هل هنبوچيون ۽ دنباها هڻندا
ٽپندا ڪڏندا ۽ ٺهڪڙا ڏيندا
عيد هر حال ۾ ملهائيندا.
ڪين خرچي ملي
ملي نہ ملي
ٻياني ڪوٺي هلي
هلي نہ هلي
ٻارڙا يارڙن سان راند ڪندا
ياڪرن ۾ ٻَراٽڙيون پائي
هن دنيا جي ملال کي لوئي
هٿ هٿن ۾ ڏئي اتي هلندا
عيد جو سهڻو چنڊ ٿي پوندا
عيد تنهنجي ٿئي
ٿئي نہ ٿئي
عيد منهنجي ٿئي
ٿئي نہ ٿئي
ٻار هر حال ۾ ڪڏي پوندا
عيد هر حال ۾ ملهائيندا.

# مومل

گندگي جي ڍير مان
مون لڌي
هڪ بندگيءَ جي مورتي-
جنهن جو دامن پاڪ صاف
جنهن جو سينو چاڪ چاڪ
تو جيان
۽
مون جيان
جنهن کي سماج
ڏيئي ڏاج
پنهنجي قدرن کان ٿڏيو
۽ هُن اڏيو
هڪ ڪاڪ محل
جنهن تي ڪيئي جوان آيا گهلجي
ڪيترن راڻن جواني نذر ڪئي
مون به اڄ پنهنجي جواني جهول ڪئي
هن جي چائنٺ تي رکي
آيس هلي.

---------



الهوٽ ننڊ ۾ تنهنجين اکڙين
مون سان ڪائي ڳالهه ڪئي هئي
چنڊ ستارا شاهد آهن-
ننڊ ۾ تنهنجي سونهن ڏسي
سانت ۾ ساري رات رني هئي
سڏڪي سڏڪي ٽڪجي پئي هئي
ڪيئي تارا توڏي ڏسندي
اونڌي ڪنڌ ڪريا ها
واءُ وڻن جي ڇانگهن کي
وڻجي وچڙي ياڪرپائي
ڪوڪي ڪوڪي دانهن ڏني هئي
پوءِ به توکي ننڊ هئي
پوٽيل تنهنجن پيارن نيڻن
مون سان هڪڙو سودو ڪيو هو
منهنجو موت حيات وکيو هو
چنڊ ستارا شاهد آهن-
چو ته اهي بي مون وانگي ئي
چرڻ پرڻ کان چپ ڪري
وات ۾ پنهنجي آگر ڏيئي
دل ئي دل ۾ سوچن پيا
سوچن پيا ۽ لوچن پيا.

--------

# هڪ گهڙي هڪ جنم

وقت کي ونگ وجهي پيرن ۾
هن گهڙيءَ کي هتي بيهاري ڇڏيان
هُن جي انگ کي ڇتائي ڏسي
ور وڪڙ وار ونگ کي پوچيان
هي گهڙي ڪيتري حسين آهي
دل چوي ٿي اها امرٽي وڃي
هي گهڙي هانوَ ۾ هُري ٿي پئي
خوف ٿئي ٿو ڪٿي ڇڏي نہ وڃي
هن گهڙيءَ هُن کي ننڊ ۾ نيئي
هن جي وارن سان راند ويئي ڪئي
چوڏهين چنڊ کي ڏندڻ ٿي پيا
رات روئي رڙي ڇتي ٿي پئي
هن گهڙيءَ کي گهٽو سڃاڻان ٿو
هي گهڙي جوڻ مٽائي پنهنجي
مون کي ڪاٿئون تہ گهلي آئي آ
هي گهڙي هاڻ آ گهڙي پل ٿي
هي گهڙي ايئن ڪيئن ويندي
جيسين هُن جون ننڊاکڙيون اکڙيون
هيرکي سڏ ڪري نہ ڌوئيندي
هي گهڙي ڪيتري حسين آهي،
دل چوي ٿي اها امرٽي وڃي.

# سندر سپنو

سور جا سُر چڙي پيا آهن
جيءَ جي جهانجهہ ويئي جهونگاري
رات هڪ سازتي پئي آهي
واءَ جا جهونٽڙا لڳن ٿا سُرَ
نِمُ جي ٽارين مان نسري نڪتا هن
وڻ جون ٽاريون لڳن ٿيون تارُن جئن
جن کي ڇيڙي کو راڳ ٿو ڳائي
هي سمو هڪ سريلو سپنو آ
هوش جنهن مان اچي حرام آهي
موت هن وقت جي اچي هينئر
جهونٽڙو ٻڌجي يا کو گيت ٿهي
زندگيءَ کان گهڻو چڱو آهي.

---------

# آتت....

هن سائي ٻِر جي ڇانوَ ته ڪيڏي گهاٽي آهي
منهنجي پرسان
ڪيئن ته ويٺو ڳيرو ڳائي
ڪيئن ته ڏکڻ جي هير گهلي ٿي گهري گهري
ڪيئن ته منهنجو ساهه ٿو ويٺو پگهر سڪائي
پر هي ٿاڪ منجهند جو سڄ
جنهن تي ڪوئي ويسهه ناهي
ڊِر ڪيو آهي،
پاڇا نيٺ پراوا آهن-
پاڇن کي پرڇائڻ وارا
پاڇا ڏاڍا رُسڻا آهن
ڳڻن ڳهيلا منهنجا ساهه
پاڇن جو پيڇو آ ڪهڙو
نتهڻ اُس سان ناتو لاءِ
پاڇا جنهن جا پيري آهن.

# انسپائيريشن

اڄ
ماٺ هئي پر-
اوچتو
خيال جون
اٽڪت ڳجهون
ڏونڊ سمجهي
من تي لامارا
ڪاٺڻ لڳيون
نظم هڪڙو چڙي اچا بس ٿي نہ ڪئي اٿم
تہ پيو ذهن جي پيٽ ۾ چرڻ لڳو آهي.

---

# هي جڳ امر

منهنجي سر تي موت جي آيو
ڇا تي ڀيو ؟
گل ٽڙن ٿا، پوئنر پلن ٿا، هير ڳهلي ٿي،
شام ٿيڻ سان خالي ٿاري
پن ڇڻن ٿا ٻوسٽ ٿئي ٿي.
هن جا هي ڳل ڳاڙها، سينو ٽاٽيل
۽ ڏند موتيءَ داڻا
غائب ٿيندا وقت پڄاڻا !
هر ڪا شي آ اڇٽي وڃڻي
جنهن کي سگهي ڪو به نه روڪي !
هن جُڳَ جو هي ساءُ مٺو آ
باقي آڏو پويان اوندهہ

--------

# جا عُمر! تو مُل عيد!

مان عيد اڄوکي ڪيئن ڪريان؟؟
ڪالهه ڪلهوڙڪي رت وهيو آ
لاش اڃا پيءِ وڪريل آهن
جيل ڀريل هن ڀائن سان
۽ پُٽ چڙهن پيا ڦاهيءَ تي
ديرن تي هن قلمن ٽڪرا
ڪوڙ زبانون وڍجن ٽيون پيون
خيالن تي هن پهرا چوڪيون
سچ گهٽيو ۽ ڪوڙ ٿو ڀڪي
هاري ناري بک مري ٿو
منهنجا ساٿي، منهنجا راهي عيد آ جن لاءِ
ڪولين ۾ تا فرش تي ليٽن
مان هي هنڌ ڪٽون ۽ ڪپڙا
گهوري ساڙيان عيد سميت
منهنجا ميت!
مان عيد اڄوکي ڪيئن ڪريان؟؟

-------



لوڪ سمهي پيو،
تون بہ سمهي پؤ
چنڊ چريا!
ڪو اجهو ناهي!
ننڊ نياڳي
ناهي اچڻي
جاڳرتا جو جيئڻو آهي!
تون چا ڳولين رات لڙي آ
ڪُڪڙن پويان دس هنيا هن
باک ڦٽي آ.
مونکي منهنجي حال تي ڇڏ تون
هاڻي تنهنجي جوت ڪٽي آ.
چنڊ چريا!
تو الهي ويندين
پيچ پڻيءَ جو
سورج داتا اک پٽي آ.

---------

# هاريءَ ڏاند

ياڻ ڪڪائون
سياري رات
جَهڪ اترجي
دونهين خاڪ
نڪ ۾ مُڃ وٺيل
نوڙيءَ سان
هڪڙو ڏاند ٻڌل،
ڪرنگهو نڪتل
ڪُڪيون ويٺل
چهبڪ، چڪ ۽
باٺي سان
ڦُٽي ڏڏريل-
ڳوڻ ڦٽيءَ تي
ويڙهيل سيڙهيل
پيرڦريل
پُڇَ ۾ ڳنڍيون
ڪُرِ زخميل-
پلال مُٺ تي
پَليل ڏاندُ،
هاريءَ جان
فرمانبردار، اپوجهه،
نماڻو نهٽو ڏاندُ،

ڏکيءَ جو هر ڪاهيندي
ڇهبڪ سَهندي
هلي هلي، جڏ
گوڏا ڪوڙي
ڪري پوي ٿو،
مالڪ ان کي پاڇاريءَ مان
ڪڍي ڪري
ڪاتي لائي
حلال ڪري
خيرات ڪري ٿو-
اوڙو پاڙو
گهر ۾ ٻوٽيون
چاڙهي ٿو-
۽ ننڍڙو وڏڙو
ڪائي ڏِوَڪري ٿو-
..............
۽ هو گوئرُ
تلهو متارو
آهُرَتي
بيهي ڪائيندڙ
تلهو متارو
بنا ڪمائيءَ
سُکيو ستابو
ريشم جي ڏوريءَ جي
نٿ ۾
ٽاڏون ڏيندڙ ڏاندُ.

ڪنهين نه ڪم جو
نه ئي ڏهڻ جو
نه ئي کهڻ جو
جواري ڏاندُ،
گوءِ جي پڙَ ۾
پُچُ ڪنڌي تي چاڙهيو
ڦوڪارا هڻندو
جڏ گوءِ پجي ٿو،
هارائي ٿو،
مالڪ پنهنجو
ارڪو ترڪو
ناس ڪري ٿو-
پوءِ به پڙ تي
ڏاند انهيءَ جي
قيمت چوٽي آهي-
هاريءَ جو ويچارو ڏاند،
زمين کيڙي
ان اُپائي
حلال ڪمائي
حلال کائي
پوءِ به ان جي قيمت ڪانهي،
ڇو ته هو جواري ناهي
هاري آهي،
ناري آهي-

# مارشلائي سنڌ

ڪچڙي
ابهم
۽ گلن جهڙي ٻارڙي
جي ڪپهه جهڙي
ڳچي تي
جتي ڀاڀوهه وچان
چمي ٿي ڏئي سڳهجي تي
پوڄا واري تقدس وچان
اتيءَ بندوق مان نڪتل
شيهي جي گولين جا
گهاوَ لڳل آهن
.........
لڳي ٿو
شهادت جا موڙ
هاڻي صفير ٻارڙا
به ٻڌڻ لڳا آهن
۽ وقت جي
حاڪميتِ جي ڏوندي ۾
ڪينٺان پئجي ويا آهن.
------
zia era



ماڻهوءَ جو جڏ ڇنيڇاڙي ڪو ساھ ڪڍي ٿو
من خوش ٿئي ٿو-
ڪنهن جي گهرڪي باھ لڳي ٿي
خوشي ٿئي ٿي-
انسانن جو جسم جڏهن
ڪن ڪاٺين ٽانڊن جي تَوَ تي
جي ڇولنَ وانگي ٽڙڪي ٽڙڪي رک ٿئي ٿو
مزو اچي ٿو-
ڪنهن جي اک مان ڳوڙها جڏهين
سڪي وڃن ٿا
رت وهي ٿو
هانوءُ ٺري ٿو-
ڪات وهي ٿو
هڏ ڪپي ٿو
مِک جون چاٺون
اَينڊڙ وينڊڙ جو جڏ دامن
ڳاڙهو ڪن ٿيون
رت جون ٺينڊيون جاري ٿين ٿيون
سر ٿو ڪپجي
جسم ٿو ڦٿڪي
لڱ لڱ جڏ ٿو ڳترا ٿئي
۽ مرندڙ ماڻهو ڦٿڪي ڦٿڪي

ڪين مري ٿو
ٿهڪ اچي ٿو-
ڪوس ڳهرن ۾
.ماڻهن کي جڏ
هوريان هوريان
هڪ هڪ هٿ ۾
آڳر آڱوٺي ۽ اک ۾
ڪوڪا ٺوڪي
ايذائن سان ابتو سبتو
ليٽائي ۽ لتون هڻي
ظلم ٿئي ٿو
آءُ نچان ٿو
خوش ٿيان ٿو-

--------

zia era



تنهنجي سهڻيءَ چوٽيءَ جو
جي هڪڙو سنهڙو وار
بہ هيٺئر
لانگ بوٽ جي هيٺان ايندو-
ڊائنا مائيٽ تي ڦاٽي پوندو
تنهنجي سبيل چپن مان جي
هڪ جملو ٻاهر نڪري ايندو
بندش پيل ڪتاب تي پوندو-
رئي جو پلوُ ورائي (جنهن سان
ڪکرن وانگي سج
لڪائيندي آهين)
جي رت ۾ ٻڏندو
جهنڊو ٻڏجي پوندو-
تون جي چادر چوديواري
ڦاڙي چيري
ٻاهر نڪري ايندينءَ
مارئي ٻڏجي ويندينءَ
اڄ جو عمر برباد ٿي ويندو-
. چنڊ ڪڙي پوندو
۽ رات بہ ڏينهن ٿي ويندي-
-----

zia era

## Agitation

اڻ پليو
اڻ جهليو
سنڌو
اٿلي پيو-
ڳوٺڙا
شهرڙا
ماڻهو
ويچارڙا
اڌ اگهاڙا
ٻڪيا
ٻچڙي ڪامي سڙي
چِتا تي پيا-
هي گونگا
۽ ٻوڙا
ڪروڙين
ننڍا ۽ وڏا
برف جي ديش کان
سمنڊ تائين آيا
مانڙي ڀاڄڙي
اڄ گهرڻ هِن لڳا

..............

سنڌو ماٺو هيو
سوچ ماٺي هئي
اوچتو اوچتو
ڇا مان ڇا ٿي ويو
اڻ پڇيو
اڻ جهليو
سنڌو اٿلي پيو.

zia era



جنهن ويري تو
نڪ ٽوپائي، اکيون هيٺ ڪري
گهوري ڏسڻ سکيو هو.
تنهن ويري
هڪ چاندوڪيءَ ۾
هٿ ۾ هٿ ڏئي (توءِ مان)
ڪچڙيءَ تند سان،
پنهنجيون دليون جوڙيون هيون
پيار جا ٽوپا ڏيئي
اڄ جڏهن هن ٽاڪ منجهند جو
هٿ ۾ هٿ ڏئي
ڳوڙها ڳئس ۾ ساهه ڪڍي
اڳتي وِکَ وڌائي
اکيون بند ڪري
مون کي تو آ گهوريو،
ايئن لڳي تو
پنهنجيون دليون
ڳنڍجي، پيچجي
هڪ ٿي ويون آهن-

----

# ڪُوڙي خبر

گيت اصل کان گهايل من جا اُڌما آهن
جن کي بندوقون ۽ گوليون
ڦاسيءَ تختا هٿڪڙيون
آدجڳاد کان اڄ تائين
او منهنجا سائين-!
سچ چوڻ کان جهلي نہ سگهيا
پريت ڪرڻ کان پلي نہ سگهيا-!
گيت غلاميءَ مان ڇا ڇاڻن
گيت تہ گجندا رهندا آهن-
چو تہ انهن کي پيٽ نہ آهي
چو تہ اهي انسان نہ آهن-
مونکي هڪڙو پيٽ بہ آهي
آءٌ بکيو انسان بہ آهيان-
جنهن کي هڪڙي گيت لکڻ لئہ
پنو ڪپي ٿو قلم ٿو گهرجي-
گهرجن جي گهاٽي ۾ مَنُ
اکين تي ڪوپا آءٌ ڏٻي جان
ڦيريون پايان-

ڏرتي گَول ڦري ٿي مونسان
سچ به ان ۾، ڪوڙ به ان ۾-
مونکي هڪ مانڊاڻ آ من ۾
گيت لڪان يا ڪوڙي خبر--!!!

---

zia era

## مئي ڏي....

تون چوين تہ چا
نہ چوين تہ چا
مان چوان تہ چا
نہ چوان تہ چا
هي ڌرتي جنهن تي رت وهيو آ
شاهد آ-
هي لڪ چپ جي ڪا راند نہ آ
هي خون ڪٿوري آ-
هي ساڳيو خون صدين کان وهندو آيو آ
هت برف تان رڙهندي پهتو آ
پر سچ جو خون ٿريو ناهي
هي خون سچر آ ڪوسو آ
هي منهنجو آ، هي تنهنجو آ
هي ڏاڍو آهہ کهاڙو آ-
هي خون ڪٿوري آ-
تون ان کي ڪيئن لڪائيندين
هي خون اصل کان لڪندو نا
هي هٿڪڙيون بہ ڳري پونديون
هي خون رڳن جو ٺهڪيل آ
هي خون تہ ڪيڏو ريٽو آ
چڙ چيت ڦٽو آهي

ڪونگو ٽارين، اڪ جي ڦلڙين
ڪرڙن جي پُسين تي اڄ
هي خون اڏامي آيو آ
هي ديسي آ پرديسي آ
هي تنهنجو آ، هي منهنجو آ
هي خون شڪاگو شينهن جو
اڄ چيٽ سان گڏجي آيو آ
اڄ ڪيٽ ڪٽوريءَ واسيا هن
هن خون ڪٽوري آندي آ
اڄ مئي ڏي آ
اڄ مئي ڏي آ.

-----

zia era

# ڦٽڪو

ڪچڙي گونج ڪي
هنج ڪيڏا ئيندڙ ٽاري
پاڙڪان پٽجي پئي-
فطرت، سونهن ۽ ڌرتي
تي جڻ هلچل مچي وئي-
۽ ٽڪٽڪيءَ تي
اونڌي ٻڌل انسان
تي هڪڙي ڦٽڪي ڦهڪو ڪيو-

----



ترتيل
نيٺ جو
ڏکو ڇهڪ
ٽڪٽڪي
اونڌو ٽنگيل
آدم ذات
پوءِ به
ڦٽڪا جهلي
وهائي رت
ٽڪٽڪيءَ کي
چمي، لهي ٿو ڪو
ڏڪندڙ آڱرين سان
"ويءَ" جو
اشارو ڏيئي
موت کي مات ڏئي
اچي ٿو ڪو.

--------

zia era

# بلوچستان.....

پهاڙن تي پهرا
هوا هٿڪڙين ۾
هي چشمن جو پاڻي
آ تنهنجي اکين ۾
آ تاريخ سان تنهنجو تڪرار ڪيڏو
هي پربت آ جيڏو
تون وحشي آن ايڏو
هي ٻارا
هي چارا
هي ماڻهو ويچارا
مروڙي سروڙي
ڀلي ميڻ ڪر
هي پيتل پٿر
چيڪي مٽي ته ناهن
تون پوري سگهين ٿو
هي ڳوهڻ جا ناهن-

--------

# ڪنهن تہ جنم ۾

وڙهڻو ٿي تہ اڪيلو آ
مڙسُ، مڙسَ جو مَٽُ آهي !
زنجيرن سان جڪڙي مونکي
بندوقن جي پهري اندر
ڏڪندو ڏڪندو وار ڪرين ٿو
پوءِ بہ چوين ٿو ڏاڍو هان ؟؟؟
منهنجي جهوُر جياپي کي
گهاٽي اندر پيڙي پِيڙي
ناس ڪري نپوڙي پوءِ بہ
دل جهلي ڳالهائڻ جي تو ۾ سگهہ نہ رهي آ !
منهنجي مويل منهن کان پنهنجو منهن لڪائي
ڪهڙي منهن سان
هام هڻين ٿو ؟
مون جي هاريو سچ چئي اڄ
تو جي جيتيو ڪوڙ ڪري
ڇاتي پيو ڙي، ڇا ٿي پيو ؟
جيسين ڌرتي جيئري آهي
ڪنهن تہ جنم ۾ !
منهنجا هي زنجير پگهريا
تنهنجو منهنجو ليکو ٿيندو !
.......ليکو ٿيندو!

-------

(بلوچستان ۾ ملٽري ايڪشن واري واقعي کان متاثر ٿي لکيل)



پاڙي جو در
آڌيءَ رات
الائي ڇو اڄ
کڙڪيو آهي-
ڪالهہ بہ اهڙو کڙڪو ٿيو هو
۽ پوءِ
هڪڙو ريلو رت جو
وهي هليو هو-
منهنجي چانئٺ هيٺان
چيڪيءَ مٽي اندر
سڪي ويو هو
اڄ ٻيو اهڙو کڙڪو ٿيو آ
آڌيءَ رات ستارن هيٺان
گونگي سانت کي
چيري ڦاڙي
ننڍ پيل ڌرتي کي ڌوڏي
در کڙڪيو آ-
اڄ جو کڙڪو
در جو کڙڪو ناهي-
رت جي ڪنهن
درياءَ جو ڏڏڪو آهي
سوچان ٿو
هيءُ کڙڪو منهنجي
در جو کڙڪو ناهي-
سمهي پوان

منهنجو ڇا؟
پرهي رت جون ڇوليون
مونکي
سمهڻ پئي ڀي ٻوڙي وينديون-
سوچي سوچي
اٿي پوان ٿو
اونده ۾ هٿ ڦيري
رائيفل گوليان ٿو-
هٿ کي پنهنجو قلم لڳي ٿو-
اونده ۾ سڀ
زور ڏئي
جڏ قلم ڪٽان ٿو
ڪجهي نه ٿو
قلم به ڳوريءَ ڇپ جيان
اڄ
ڪجهي نه ٿو-

---

(بنگلاديش ۾ آيل مارشل لا تي لکيل)

--------

# سَچُ....

سچ چئو آ سچ جيان
تون ڏوتا اکيون بند ڪري به
ڏسي سگهين ٿو!
پر جي......
تنهنجين اکين مٿان
انڌائپ جا هي ڇوڙ لهن
پر جي......
پنهنجيءَ اندرينءَ اک کي
کولي ڦاڙي
تاريخن جي ترورن جا تاءَ ڏسين،
پر جي......
تنهنجين اکين اندر
ساڃهه جو ڪو سرمو پائي
پر جي......
تنهنجن دوڏن ۾ ڪو
دور سرائي ڦيرائي
پر جي ڏوتائپ جون تيرهن تاليون هي سڀ دور ڪرين
ته مان سمجهان ٿو!

اکين پٽڻ کان عُذر ڪري ٿو
انڌا، ٻوڙا، گونگا، ڏوتا!
ماڻهو پوءِ ٻه
سڃاڻين سگهين ٿو!
پل ته ڪنن ۾ ڪپهه هجئي
پل ته ڄنگهون ۾ پانهون تنهنجيون
نانهن جي نوڙيءَ ساڻ وڪوڙيل
ويڙهيل سيڙهيل پڌل هجن
پل ته ٻڇي ۾ گهپيءَ جو ڪوگهوگهو پاتل چو نه هجئي
۽ ارهه تي ٻوري لالچ جي ڪا لت هجئي
سچ ته پوءِ ٻه سُرهو آهي
ڪيسين ساهه منجهائي سگهندين!
جيسين ساهه ڪٽين تو ڏوتا!
سچ جي هن سرهاڻ کي ناسون بند ڪري ٻه
سنگهي سگهين ٿو
سچ چٽو آ سچ جيان
تون ڏوتا اکيون بند ڪري ٻه
ڏسي سگهين ٿو.
ڏسي سگهين ٿو.

--------

(پاڪستان طرفان بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ وارو اعلان ٻڌي لکيل-

# ڪِم- چي- ها جي نالي

ڀڳل، ٽٽل
۽ ٽڪرٽيل ئي سهي،
هي تنهنجو قلم،
ڏاڍ جي ڏونگر ڏارڻ ڪارڻ
ڪافي آهي-
مونکي اهڙي پڪ آهي،
ته دنيا جا سڀ سچا ماڻهو
سيئي سوريتيون ۽ ٻاگهيون
منهنجن گيتن ساڻ ملي
تنهنجي ياد کي ياڪرپائي
پيار ڪنديون-
۽ تنهنجي چڏيل
چتر اڌوري ۾
باقي رنگ ڀرينديون-
تنهنجا گيت گهٽيل هوندي ڀي
جڳ جون ليڪون اُڪري
سورج وانگي
پنهنجو تاءُ ڏيکاري
رت کي تيز وهائيندا
۽ تنهنجو قرض چُڪائيندا-
جيڪو تنهنجو مقصد آهي-

ڪم چي ها،
منهنجي تنهنجي ڌرتي
هڪ ئي آهي،
تون ڪوريا جي بند جيل ۾ آهين،
آءٌ سنڌ جي ڪُليل جيل ۾ بند آهيان-

----

(ڏکڻ ڪوريا جي عظيم انقلابي شاعر ڪم چي ها، جي نالي جنهن
کي جمهوري ۽ ترقي پسند تحريڪن ۾ ڀرپور حصو وٺڻ جي ڏوهه ۾
قيد ڪري مٿس بغاوت جو ڪيس هلايو ويو هو)

--------

مريض هڪڙو
نرس کي چئي ٿو،
سُئيءَ هڻڻ کان اڳ ۾
ٿورو مُرڪي ڏس،
سُئي لڳڻ جو
سور نہ ٿيندو



ڪوئي آهي
سڪل وڻن جي ٽارين جان
هٿ ڪنيون،
اڀ کي ٻاڏائي-

رات هوندي ٿي جڏهن
چنڊ لهي ويندو آ،
آءٌ،
سگريٽ مان سگريٽ کي
ٻاريندو هان-



ٻنيرڪي جو
مينهن جي ڦڙڦڙ
بار جو در
ڪڙڪائي ٿي-
موکي چئي ٿي
جمعو آهي-

زندگي ڪيڏي ٻه رُکي
ڪيڏي ٻه ڏکي
ڪيڏو ٻه ڏچو
جي سچ پڇو
موت کان پياري آ



مان ڇا، تون ڇا ۽ دنيا ڇا؟
تنهنجي توکي آهه لڳي ڇو؟
تنهنجو انگ ۽ رنگ نہ آڇا ؟
هي دنيا، هي پوري دنيا !

ڇوٽي ڀٽڪين
جُهڙَ جي ڪڪري،
رات رهي وڃ
اڪڙين ۾-



هاري ٽڪجي
ڇُورٽي چئي ٿو،
آئون بہ ايئن
مري ويندس،
جيئن بابو
مري ويو هو

گهاٽي مان اچ ڏاند ڀڳو
ٽاڏ ڪندو
ڀچرو پرزا پرزا ٿيو
پکي اڏيو
مينهن ڏهايو پاڏو چٽيو
ڪٽرن ڪيٽو چڏيو
ڪير مکڻ اچ ڏَل ٿيا
پاڙي اوڙي هُل ٿيا



پورنماسي رات لڙي هئي
ڏکڻ گهلي پيو هو
مون پيهر هڪڙو ٻار ٿي چيو هو
چنڊ تہ لاهي ڏيو!

هيءَ گهڙي ان ڪري نہ ٿي گذري
وقت کي ونگ آهي پيرن ۾
هن گهڙيءَ جو الائي ڇا ٿيندو
هُن جو هر نازِ سُتل آنند ۾
منهنجو هي جنم رائگان ويندو.



ٻار انهيءَ لئي پيارو ناهي،
جو سورن سان ڄڻيو ويو آهي-

.....................

ٻار سان پيار
جسم سان پيار جو
نالو آهي-

ردي ڪاڳر
ردي ماڻهو
ڏڪڻو هٿ
۽ ڀڳل قلم
رت مان ٻوڙي
جيئڻ تو چوري
ڀنيٺ ٻاري
دنيا کي شهڪار ملي ٿو



مان ته سمهي پوان (مونکي ڇا هي؟)
تارن کي اڄ ننڊ نه ايندي
ڏاڍي ڏات ڏهاڳڻ آهي

مون هي گيت لکيو جو آهي
ڪاڏي ڪيان ؟
۽ ڪنهن کي ڏيان؟
آ سچ اهو !
ڪوبہ بکيو !
ڪنهن گيت منجهان ڪو ڍءُ نہ ڪري ٿو!
مها ڪوي ڪان مها ٿيو پاروٿو ڍوڍو!



سچو مهينو لوڙيو آهي-
پڳهار جو ڏينهن
اچي ويو آهي،
چڻ ٽيهڙ تپ
چڙهي ويو آهي-

پويون پهر بسنتي رات
سڳنڌ هوا ۾ چانڊوڪي
ڪوڙي ڳيت ۾ ياد پرين
زندگيءَ جو ڪاڪ ٽيل



ڪٽمنڙي جان تنهنجي جواٽي
ننڊڙي ٻارجيان مان آهيان
تون ٿي مُرڪين
روح ٿو سرڪي
واٽ ڪري ٿو پاٽي پاٽي
ڪٽمنڙي جان تنهنجي جواٽي

ڪرڻ سان چيچريل لاش ڏري پيو
ڏسندي ڏسندي
سج لڙي ويو
شام اچي وئي!
ماڻھو آيا
ماڻھو ويا
رت ڌوُ اچا نہ سُڪو!
رت ڌوُ اچا نہ سُڪو!



وس پڇي
ھي وايو منڊل
ھڪڙي ھنڌ بيھاري
گھوري گھوري
ھن ڪڙڪيءَ مان
رات سڄي
مان چنڊ ڏسان!

رات جون رهڙون
دڳ جا دڙڪا
جهرمر تارن جون
هي سُهمون
چانڊوڪي ۾
چنڊ جون چترون
پوتيءَ جي هڪ
پلوءَ ۾ ويڙهي
ڏوهه ثواب کي
ڏوراپا ڏئي
جيءَ جلي کا
نڪتي آ.



ٽُڪَ هجي ته ڪٽي
اڇلائي ڇڏجي
جيون کي ڀلا
ڪاڏي ڪري
ڪاڏي ڪجي!!

ڌرتي ماتا
جي سيني تيءَ
منهن ڀر اونڌو
لڱ لڱ گهايل
رت جي ڳيت
جيت امر آ تنهنجي جيت



زندگي هڻ هٽان کان خالي ٿي
موٽندڙ چولين جان ماٺي ٿي
ڪيترو وقت ٿيو سمهي پئي آ-
منهنجي پاسي ۾ ماٺ ڀي چپ آ
آءُ ڦٽڪان لڇان ۽ سوچان ٿو،
گول چِٽ جو پڪو ڦري ٿو پيو.

هيڪلي شام
سرءُ جا جهوٽا
پن ڇڻي سانجهه
تنهنجيون
سڀ يادون-
ميڙي چونڊي
گلاس ۾ لاهي-
ڳيت هڪڙيءَ سان
هيٺ لاهيان ٿو
پوءِ به هي شام هيڪلي آهي
ياد تنهنجي نويڪلي آهي



ڪڪريءَ پاڇو
ڇچريل من کي
اورانگهي ٿو
ايئن لڳي ٿو
ڪرڻ وهي ٿو.

سُرها ساهہ
سُهايون راتيون
ڪنوارا جذبا
بيوه باتيون
جهرمر جيءُ
جهنجهوڙيل
جهاتيون
تو جي پاتيون
مون جي پاتيون
..........
ڪاڏي ويون



ور ور وات
وٿيل واسينگن جهڙي
منزل موت ڪان
هڪ وک اڳتي
ميچ پرينءَ جي
ماڪيءَ جهڙي
.............
سوچي وٺ

ڪنهن پيتل
چترڪار جو
ڪو قاتل
ڪٿنواس آهي
هي منهنجو
ڳوٺ تہ ناهي!
منهنجو ڳوٺ
آفريڪا ۾ آهي،
باقي ملڪ
يورپ لڳو پيو آهي



ٽُرڙ وڻن جي ٽارين
ڳاڙها گونچ ڪڍي
ڏاڍي سونهن ڪئي آهي-
اڄ، چيٽ بہ جهڙو
اميد سان ڪا
عورت آهي

اداس من
اڄ ٻارن وانگي
پيٽ ورن ۾
ٽڪڻ نہ جهڙيون
سورن هاٺيون
ڪوڙيون منڙيون
ڳالهيون ڪولي
رُوئي پيو...



سونهن ڄٽي
ڌرتيءَ تي ڌري
ڪا سوريتي ماءُ
سوچي ٿي-
ڇا ٻار
حرامي آهي
منهنجو ناهي؟؟؟



قوت واري
او ڪالي ديوي
هن نينهن نهوڙيل
ڪُتل ۽ ڳترا ڳترا ٿيل
ڪاريءَ ۾
جي ساهه وجهي
نہ ٿي سگهين
تہ پوءِ خبر اٿئي ڇا ٿيندو؟
تنهنجي پوڄا
ڪير ڪندو؟

سازُ تارن جي ڇڇڻ ڪانپوءِ ٻي
دير تائين وڄي سگهي ٿو مَن!
تو تہ هاڻي ئي منهنڙو موڙيو آ
تو تہ هاڻي ئي منهنڙو موڙيو آ.



ڏات ڪُرڙيءَ جا ڦٽڪي ساٽي تي
وقت جي ڄار ۾ ئي اٽڪي پئي
شاعري پوءِ بہ شڪاري بڻجي
سچ جا ريچ وڃائيندي وئي-

چڻ تہ ڪي
نيڻَ خماريل آھن
تنھنجي سيني تي
زخم گولين جا
گل گلابي
ٿڙيا پيا آھن-



دل گھري ٿي
تہ باھہ سان کيڏان،
آءُ ڪو ٻار
تہ ناهيان
جو چدن سان کيڏان.

واءُ وقلين تي ڏٺي نينڊَ
ڪو اڇٽو آهي
سانت جاڳي تي چوي
سُمهه وڃي،
بند ڪري،
ڪن اکيون،
سوچ به ڪڙڪو آهي



سور ساماڻجي ويو آهي،
سونهن تنهنجي تي بانبڙا پائي
تون ٿي چئُ،
ڪيستائين ميندي ڀنل
رنگ پنهنجي کي نيٺ ترسائي

منهنجي من جي
ڪچڙي ڳونچ کي
چپٽيءَ وچ ۾
چيپائي ٿي اڇلي
جڏهين،
پنهنجي چوپي جهڙي
نازڪ نڪ ۾ هڪڙو
ور وجهي
ٿي "هُون" ڪرين،
ڏاڍي ٿي وڻين



اياز جي ڪتاب
تي ٽيڪ ڏيئي
اڇي پني تي
ڪو شعر لکڻ
ايئن آهي جڻ
مُلن پاران
"يقاتلون في سبيل الله"
جهڙن تعذيرن
جي هار پائڻ بنا
ڀٽائي ٽيڻ.....!

منهنجي واڇ ــ
جا ڦرندڙ ڪانٽا-
هڪ هنڌ روڪي
بيهارڻ جي ڪوشش ڪندڙ!
..............
وقت کي
روڪي سگهندين؟؟



نٽهڻ اُس ۾
ننڍڙا ٻار
اگهاڙين پيرين
شل پگهر ۾
ڪُڏن ٽپن ٿا
چڙ تہ ڇهہ ۾
ڇٽا ٽڙڪن ٿا

ٽاريون ڇيري
ڇيٽ ڦٽو آ
ڪونگو ٽارا
ڇڻ ڪي منهنجا
سپنا آهن



ڪوئي آهي
رات لڙيءَ جو
ڦوڪون ڏيئي
چُلهه اجهاٽل
ٻاري ويٺو-
ننڊ ٻہ جڏهين
ننڊ پئي آ-

آفيسون ۽ رستا
خالي،
گهرپريل،
ٻارن جو چوٻول
۽ اوٻاسيون
آ نالو آچر جو-



تون چوين ٿو تہ
رڳو صبر ڪجي
شڪر ڪجي-
پوءِ بہ جي آءٌ لُڇان ٿو
تہ چوين ٿو چپ ڪر،
پوءِ بہ جي سچ چوان ٿو
تہ سڏين ٿو
باغي-



رات جون رهڙون
ڏڱ جا ڏڙڪا
جهرمر تارن جون
هي سُهمون
چاندوڪيءَ
چنڊ جون ڇنڊون
پوتيءَ جي هڪ
پلوءَ ۾ ويڙهي
ڏوهه ثواب کي
ڏوراپا ڏئي
جيءَ جلي کا
نڪتي آ.



چاھ جي چنگ کي تہ چوري چڏ
اڄ ستل سور کي تہ سوري چڙي.

---

سونهن سينگار ڪري ويٺي آھي
اڄ تہ ھي جان ان تان گھوري چڏ.

---

جهڙ جي ھيءَ جهاڳ جيءَ جهير وجهي
اڄ ڪلي ڏي ھي جيءُ جهوري چڏ.

---

مند چوي ٿي اڇين ھلي جيڪر
اڄ تہ دوريءَ جا ٻت ڀوري چڏ.

---

تند کي تيز تپائي چڏ تون
ماٺ ڏائڻ جو مٿو موري چڏ.

---



نفرتون هر طرف ڏند ڪرڻ ٿيون
سڀ زبانون تکيون ڇريون ٿيون لڳن

---

وات ڪاتن جان وڍڻ وينا هن
اکيون الرون ڪيون ٿيون رانيوڻن

---

ساز جن پيار جا ٿي گيت ڇيا
جنگ جوئڻ جون وينا رنيون ڪن

---

تون چوين ٿي ته تو سان پيار ڪيان
ڇا ڪيان سور مونکي ڏونڌاڙين

---

پيار مون کان ته ٿي نه سگهندو پر
نفرتون پيي ته مون کان ڪين ٿين

---



وساري ڇڏيون هئم، وسارڻ جون ڳالهيون
ڪيئي جيڪي وعدن جي پارڻ جون ڳالهيون

---

جياپي سان جهيڙيندي جڏهن هارايم
اڄڻ ياد لڳيون جيارڻ جون ڳالهيون.

---

مان سانجهي سرءُ جي، تون پريات آهين
ڇڏي ڏي اجايون آزارڻ جون ڳالهيون.

---

هي ڳالهيون ئي آهن، تون شرمائين ڇو ٿي
ڏڪاريل دلين کي ڏتارڻ جون ڳالهيون.

---

مان سمجهان ٿو توسان ملي ڪين سگهندس
سڙي دل ڪري ڳچ ڳارڻ جون ڳالهيون

---

جواني جا پاڇا لڙن ٿا سگهو ڪر
نيائڻ، نهارڻ، پيارڻ جون ڳالهيون.

--------



ڪنهن جي اکڙين جو اولڙو پيو آ
من جي هر ڳالهه ۾ لهي پيو آ.

---

دل جي دک دک جا پاتي ٻوڙ آهي
هاڻُ منهنجو هڄي ڍهي پيو آ.

---

رات ساري آ منٿ ۾ گذري
صبح ٿيندي ٿي هو رهي پيو آ.

---

سانجهه سرهي ۾ ڏنل تنهنجا گل
هي سمون گيت جان ٿهي پيو آ.

---

چنڊ ڏاڍو ٿڪل ٿو ڏسجي اڄ
رات مون ساڻ هت رهي پينو آ.

---



سچ چوڻ جو وقت نہ آهي،
اڻو اڄو اڄ سچ چئو.

---

وقت نہ پاڻهي ايندو سائين!
ان کي گهلي وٺي اچو.

---

ڪاڻي کي ڪاڻو ئي چئبو،
رات ڪڏهن ٻيي ڏينهن ٿيو؟

---

آ سچ لهي ويو ڪڪرن ۾،
هي جبل هٽايو تاءُ ڪيو.

---

ڏاڍو ڪوڙ ۽ هيٺو سچ ٿيو،
چا ٿي پيو ڙي چا ٿي پيو.

---

سچ چوڻ جو وقت نہ آهي،
اڻو اڄو اڄ سچ چئو.

---



آ ڏات رُني کي ڏينهن ٿيا،
اڄ منهنجا گيت اڏامي ويا.

---

ٿيو مائو پاڻي سنڌوءَ جو،
ڪا ڪائونتي ڪانهي ناهہ نيا.

---

ڪنهن ست ڏني ۽ تار ڇني،
سو ساز ڀڳو جنهن گيت ڇيا.

---

اڄ جيون ۾ ڪا جهانءِ نہ آ،
تون چپ چو آهين، ڳاءِ هَيا.

---

ڪا ميچ ملي، ڪو پيار ملي،
ڪا هير گهلي، تون آءُ پيا.

---

ڪا چڻنگ دکي ۽ باهہ لڳي،
آ ڀنيٽ ٻاريون سيءَ پيا.

---

جانيءَ ريءَ هتي جڳ ۾ انور،
جي بہ جيا، سي جاڙ جيا.

---



منهنجي من جو گلابي گل، چنئي چاڪئون لتاڙيئي ڇو،
بيهاريئي ڇو، گهرايئي ڇو ڪري ماٺا تي تاڙيئي ڇو.

---

ڀنيءَ جي ڀونءَ هئي ڀنيٽ، تنهنجي سنگيت سر ڇيڙيو،
اوجاڳيل آرسيل اکڙين جو هي آتت بگاڙيئي ڇو.

---

تنهنجن نيڻن نماڻن ۾ وفا توڙي جفا غائب،
تنهنجو واعدو وفا ڪاتي، جفا جو قول پاڙيئي ڇو.

---

جواٽي ماڻ تون ڄاني، جدائي مون ڳنهي ورتي،
ڏنم توکي سڄيون راتيون مليم سپنا سي ساڙيئي ڇو.

---

سهائي رات چاندي جي. گهلي وه وا ڏکڻ ڏيهي،
ڇپرکٽ تي مني ننڊڙيءَ منجهان جاني ڏونڌاڙيئي ڇو.

---

ڏوڙ وﻳﺌﻮ ﻗﻮﻟﻴﻦ
انڌا هجي ته لڀي
ڪنهن کي ٿو ﮘﻮﻟﻴﻦ



جي ڪمائي نه ڪائي
پل ختمو ڏئي
حرام ٿو ڪائي

رب ُ ياد ڪر ميان
ڇڏ ته يار
ننڊ ڪيان



ڪلڪ گھڙي وٺ
هاريل رت سڪي ويندو
ڪجھ ته لکي وٺ

اڌ حياتي
ويٽنگ روم
ھڪڙي جھاتي!



وقت بہ وڃڻو
ھو بہ نہ اچڻو
آءٌ بہ نہ رھڻو-

اندر سڙئي جو اڏمو اينڌو
ٿورو ترس
گيت جڙي ويندو



پورَ ٿا پوَني
دڙ ٿو کڙکي؟
ڪن ٿا لوَني

جيئڻو آهي
تنهنجي اکڙين جو هي امرت
پيئڻو آهي



ڪونجون پنهنجا ولر سهيڙن
جهونجهڪڙيءَ جو جنڊ جي جهانءُ
گلڙا ماڪ ڦڙا تا ميڙن

عاشق مارين ٿو
حيف هجئي انسان
وحشي جيوت جا نشان

پئو پڳو آهي
ٽڪَ هجي زماني کي
عشق لڳو آهي

عشق ڏنو آ
آشيرواد
انارڪزم زنده باد

لُڪَ لڳندي ٻہ لڳ ٿري ويا هن
پيار جو ڪو پاڇولو پيو آهي
ڏڪ پيئندي ٻہ نشو ناهي ٿيو
ڪنهن کي ڏسندي نشا چڙهي ويا هن

--------

پڪ آهي تہ ڏينهن ٿيندو پر
هينئن اوندھ تہ ڪانہ ڪا ويندي
تون جي اوندھ ڪان اکيون بند ڪندين
ٻاکَ ڦٽندي ٻہ جي هلي ويندي

--------

تون تہ ڳولين ٿو چانوَ جا پاچا
تنھنجي ڪوتا مري چڪي آھي
نئنھڻ اَس ۾ نہ نڪتو آن
تنھنجي ڌرتي ھري چڪي آھي

---

سياٽي تائين بچياسين تہ شعر لکنداسين
اڄوڪي رات تہ گولين جو گھاءُ ٿي وئي آ-
وجود منجي وڃي، برقرار رھي-
خبر پوي تہ پوءِ کو ٺاھہ ٺاھي وجھنداسين.

---

قت انگورجڻ تي آيا هن
مند جون مست هوائون ٿيون لڳن
دل کي ٻئي هٿ وجهي ويٺو هان
تنهنجيون ميڇون ڏسان تہ ڇا ٿيون ڪن

---------

وقت آيو تہ وڇڙي ويندا سون
اڄ تہ اڄ دل ڀري ڪو پيار ڪريون
ڪنهن بہ اسان جو لکيو ناهي،
تون ۽ مان اصل کان آزاد آهيون-

---------



سُرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ،
سانجهه بہ سرخي لائي ڪنهن جو راڳ الاپي ويئي.
رات ٽيڻ ڪان اڳ ۾ پنهنجي مونجهہ مروڙي ڳاءِ،
سرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ.

جنمن جون چترون ۽ ٽوڪون روح تان روڙي ڳاءِ،
هو ڏس وينا انڌياري ۾ آڳ الاپي ويئي.
سرخي لڳل چپن جا ٽاڪا ٽوڙي موڙي ڳاءِ،
سانجهہ بہ سرخي لائي ڪنهن جو راڳ الاپي ويئي-

---------



ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي چاڙ وسامي ويئي،
اوندھ ٿيندي، ڏسي نہ سگھندين، لکي نہ سگھندين-
سج لٿي کان سڏڪي سڏڪي، رات آ روئي پيئي،
ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي، چاڙ وسامي ويئي.

ڏيئو رت سان ٻار سگھو ڪر، دل کي جهيرون ڏيئي،
جواني ويندءِ، رت نہ هوندءِ، ڪڏي نہ سگھندين.
ڏيئي جي وٽ ڦڙڪو ڏيئي چاڙ وسامي ويئي،
اوندھ ٿيندي ڏسي نہ سگھندين، لکي نہ سگھندين-

--------

# دوها

دل تي لت ڏئي ٿو هڪڙو هلڪو ٿهڪ ڏيان،
دنيا سان منهن ڏيڻو آهي ڪهڙي آڻ ميان.

---

سانجهي سهڙي، چمڙا اڏريا، اولهه ڳاڙهي لاک،
چاڙ اچين ٿي، چاڙ اچين ٿي، ڦٽي وئي آ ٻاک.

---

ڪُڪڙن پويان دس هنيا هن، مونکي پور پون،
تنهنجي پايل ڇرڪي ڇوري منهنجا ڪن لنون.

---

رات سمهي پئي پاسا ڪوڙي، مونکي ننڊ نہ آئي،
سندر سپنن، ڪوڙين سُرڪين، منهنجي جاڳ جلائي.

---

ماٺ مري وئي ساز سڙي ويا ڪونهي ڪو پڙلاءُ،
گونگا ٻوڙا پاڇا ڪنهن جا پٽڪن ڪنهن جي لاءِ.

---

سار جڏهن پيي آئي تنهنجي، سارنگ ٻڏجي آئي،
منهنجي من کي ٻارن وانگي رئاري ڪلائي زهائي.

---

ڪنهن جي ڪنهن جي ڪاڻ رئان مان جڳ جڳاندر ڪان،
اندر جي اوساڻ لڪائي، ڪلندو رهندو هان.

---

پيهي وڃ اندر ۾ منهنجي سڏڪي سڏڪي سور،
اٽڪي اٽڪي پوءِ نہ اندر ۾ وسڪي جهڙا ٻُور.

---

وڻ جون ٽاريون ترڙتي ويون ڇڻي پيا سڀ پن،
سرءُ جا سور سهان ٿو ان لئہ چيٽ ڦٽي پئي من.



ٿي منڊ ڦري، هو شال وري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
ٿو هانوَ ڏري، اڄ قرب ڪري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
تون اُڏر نہ ڪنياتا وچ نہ پري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
آ رات ڏکي ۽ صبح پري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
ٿي واڳ جهليان هي آهہ ڪري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
او! دم ٿو گهٽجي چين مري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
جُهر جُهر، جُهر جُهر ڳچ ڳري،
مان ڪنهن سان سور سليان!
مان ڪنهن سان سور سليان، او جاني،
ڪنهن سان سور سليان!

---------



منڊ وري آ، هيرگهلي ٿي، اچڻو آن تون، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

گونچ نمن ۾، ڏيلها ڪرڙن، ٻيريون ٽنڊريون، ويا سيارا آءُ پيار،
جهومن ڪونگو ٿارا.

سرنهن سنڌو ڦولار ڏسي ٿيا، مست هي ڏاگها سارا، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

هي بوڙيندا ۽ چنگ نہ ٻڌني! سڌني توکي ساوا ٿارا، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

اڳڻ ٻهاريم، سهرا ڳاتم، ڪٽن نہ نياپو ڪنياتا ڪارا، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

ميندي رتڙا هٿ اچا ٿيا، ڦارون پاٺي وجهايان ڍارا، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

آءُ پيارا، آءُ پيارا، اچڻو آن تون، آءُ پيارا،
جهومن ڪونگو ٿارا.

--------



برکا رت جو رنگ رچي ويو
بوندن ساڻ بسنت اچي ويو.

ڪاري لوٽ بہ تي وٺي سائي،
گونج گلن جو گوڙ مچي ويو،
بوندن ساڻ بسنت اچي ويو.

چيٽ ڦٽي ويو، تون چو، نہ آئين،
من ۾ سڪ جو ممڙ مچي ويو،
بوندن ساڻ بسنت اچي ويو.

هير گهلڻ تي هانوَ هچي پيو
ڦرڙيءَ وانگي پيار پچي پيو
بوندن ساڻ بسنت اچي ويو.

سرءُ جو سَنيل سيڪاٽيل پن
سچي سڙڻَ کان هاڻ بچي ويو
بوندن ساڻ بسنت اچي ويو.

---



تو بن جاني اوت اتر جي،
منهنجو انگ ڏکائي.
تنهنجي ياد ستائي-
مينهوڳيءَ جي مهڪ هوا ۾،
چيهو سر سان ڳائي.
تنهنجي ياد ستائي-
سنجهي سان ٿي تنهنجو سپنو،
منهنجي ننڊ ڦٽائي.
تنهنجي ياد ستائي-
چانڊوڪيءَ ۾ وهنتل سهنتل،
ولهه ٿي وار سڪائي.
تنهنجي ياد ستائي-

--------



منهنجو من اداس ڪنياتا،
لنوُ ڪا لات پرينءَ جي!
رت بسنتي موٽي آئي،
منهنجي من ۾ مونجهہ اٿائي،
پرينءَ نہ آهي واڳ ورائي.
چوٽون هي چوماس ڪنياتا.
لنوُ ڪا لات پرينءَ جي!
سنهڙي سنهڙي سرءُ ٽي وائي،
ڏکيل منهنجو ڏيل ڏکائي،
ڪانگا! چپ آن، ڇاهي؟
منهنجي آس نراس ڪنياتا!
لنوُ ڪا لات پرينءَ جي!
اڃا بہ اوسيئڙو ٽو جياري،
سدا ٻنيي مان نينهن نهاري،
پريت ڪڏهن ٽو پريتم پاري.
آزاريندڙ آس ڪنياتا!
لنوُ ڪا لات پرينءَ جي!
منهنجو من اداس ڪنياتا!
لنوُ ڪا لات پرينءَ جي!

---------



اي بادلو، اي بادلو، ڇو ٿا رُلو،
مون سان هلو اي بادلو.

---

منهنجي پرينءَ جي چيچ آ،
چلڙو جنهن ۾ گهرگهلو.
مون سان هلو اي بادلو.

---

منهنجو پرين جنهن آ ڏنو،
تنهن کان پڇو ڇو ٿا پلو.
مون سان هلو اي بادلو.

---

هي آس من جي تاس آ،
منهنجو تہ هو آ پرجهلو.
مون سان هلو اي بادلو.

---

ڪاري گهٽا! ڇوٿي ڍڪين،
هي چنڊ منهنجو چلولو.
مون سان هلو اي بادلو.

---

هن چنڊ جي چانڊاڻ ۾،
نچندا هلو، ڪڏندا هلو.
مون سان هلو اي بادلو.

---

هي هانوَ ٿو ٻڏندو وڃي،
من جي اَچل ۾ ٽرٽلو.
مون سان هلو اي بادلو.
مون سان هلو اي بادلو.



من مندر ۾ تو بن سهڻا،
ڏوپ نہ ڪوئي واس
الاوو
ڏوپ نہ ڪوئي واس!
تون ۾ مان ٻيو ناهيون جاني،
آهيون ڪوسو ماس
الاوو
آهيون ڪوسو ماس!
پورنماسي رات پري آ،
انڌيارو سپ آس،
الاوو
انڌيارو سپ آس!
ٿڌڙي ٿڌڙي رات اٿاري،
جسم سندو احساس،
الاوو
جسم سندو احساس!
چنڊ چڪور تہ پنهنجيءَ ۾ هن،
من چو آهہ اداس،
الاوو
من چو آهہ اداس!
منهنجي منزل ڏرتيءَ تائين،
ڳوليان چو آڪاس،
الاوو
ڳوليان چو آڪاس!



مُندَ جان مست نگاهون تنهنجيون
ڪارا بادل تنهنجا وار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
رُت جو روح چريو ٿي پيو آ
منهنجي من کي ڇاتي ويو آ
سينو ساڙي تنهنجي سار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
گهنگهور گهٽا ٿي گوڙ مچائي
منهنجي ڪوتا پُور پچائي
سارنگ وينو ڇيڙي تار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
مورنچي ٿو ڊيل ٽِلي ٿي
بوند وسي ٿي هير گهلي ٿي
ههڙي رُت ۾ توکان ڌار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
پَرُ بہ اٿو هو پيچ پِنيءَ جو
پَرُ بہ پُسيو هو پاند چنيءَ جو
موٽي آئي منڊ ملهار
منهنجا يار

آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
جيئن ڄيئن ڪلٽي ڪنوڻ ڪلي ٿي
اکڙين مان تيئن بوند هلي ٿي
پرينم! تنهنجو کهڙو پيار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!
منڊ جان مست نگاهون تنهنجيون
ڪارا بادل تنهنجا وار
منهنجا يار
آءُ تہ جهڙالو ماڻيون!

---



ڳيت ڏئي ڇڏ، سور ڳهي ڇڏ
جندڙي لڙڪ وهائي
جيئڻ سولو ناهي!
اوندھ جا اوڙاھ جي ايندا
سهبا سينو ساهي
جيئڻ سولو ناهي!
دنيا دارونءَ جو ٿي دونهون
ڇا ٿي ويو آ ڇا هي؟
جيئڻ سولو ناهي!
ڏات ڏکي ٿي ڏاڍ ڏنگي ٿو
ڏنپ اچي ٿو ڏاهي
جيئڻ سولو ناهي!
جان اصل کان اچٽي وچٽي
پوئتي هٽڻو ناهي
جيئڻ سولو ناهي!
سوريءَ جو سينگار ٿئي پيو
ڪوئي چڙهندو ڦاهي
جيئڻ سولو ناهي!
دوکي جي هن دنيا اندر
مرڻ ته سولو آهي
جيئڻ سولو ناهي!

---------



ياد پرين جي ٻڙيچي ٻڌجي
منهنجو هانءُ ڦٽي تي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!

رات ڪري تي جلهون مونتي
ساونڻ جي هي سانت سٽي تي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!

روئي تي، رڻاري تي مونکي
منت ڪيان ٿو منهن مٽي تي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!

تنهنجي آس اِڪين ۾ آٽي
منهنجي سورن سير چڙي تي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!

پرهه ڦٽي آ ڪويل ڪاٽي،
ڪوڪي ڪوڪي هانوءُ ڦٽي تي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!

ڏسندي ڏسندي سانجهي ٿاٽي
گهورپرينءَ جي ساهه گهٽي تي

ڪنهن کي دانهن ڏيان!

ڪوڪي ڪوڪي ڪويل وانگي
ڪوتا منهنجي رات ڪٽي ٿي
ڪنهن کي دانهن ڏيان!
ڪنهن کي دانهن ڏيان! ڪنهن کي دانهن ڏيان!



من جا منڙا سورَ سمهي پوُ
رات لڙي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
نکٽ نهاري نستو ٿيوَ آن
ڪتي چڙهي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
ڪنهن جا وينو پور پچائين
ڪاڪ ڪڙهي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
تيل سڙي ويو رت سڙي ويو
وٽ سڙي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
ڪوئي اڇڻو آهي ناهي
پريت پڙي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
ڪانگل ڪرڪي آهه اڏاڻو
لام لڙي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!
جيجلُ جهاتيون پايان وينې
اک اڙي وئي آهي
ڪوئي اڇڻو ناهي!

--------

# اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!

اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!
هي ماڻهو تنهنجن ٻيٽن کي
ڏرتي ڪان ڏار ڇني ٿا ڪن
تيون وايون تنهنجيون وارَ پٽن
۽ سُرڙا تنهنجا اوسارن
هي ارهي سرهي دانهن ڏجان
اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!



اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!
ڪنهن انڌوڪار انڌا ڪيا هن
ٿا ماڻهو توکي شاهه چون
۽ تنهنجي راڳ رسالي کي
ٿا آيت سمجهي ڪنڌ هڻن
تون ڪيڏو ڏور هليو ويو آن
اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!

اي چنڊ پڻائيءَ کي چئجان!

انور پيرزادو

DESIGN MUNAWAR ABRO

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنـي e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڻ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)